# سنڌ جو سيلاني

پيرو مل مهر چند

# سنڌ جو سيلاني
## يا ڳوٺ ڦيريون
## فهرست

## حيدرآباد ضلعو





# مهاڳ

"سنڌ جو سيلاني" سنڌ جي مکيه مڪانن جو سير ڪرائي ٿو، سنڌ جي تاريخ جا عجيب غريب نشان ٻڌائي ٿو، سنڌ جي قديم بزرگن جي ملاقات ڪرائي ٿو، ۽ سنڌ جي ڪهنين ڪهاڻين جي وندر جي لذت وٺائي ٿو. خاص ڪري شاگردن لاءِ هي ڪتاب گهڻو ڪمائتو ٿيندو، جو ته رواجي تاريخ جا سڪا داستان ۽ جاگرافيءَ جا ٿڪائيندڙ بيان اڪثري پڙهڻ جو شوق گهٽائيندڙ آهن، ۽ هن ڪتاب ۾ تاريخ ۽ جاگرافي هڪ ڪهاڻيءَ جي نموني ۾ ملي وندر ۽ هدايت ٿيون بخشين. اسين هي ڪتاب خوشيءَ سان ٿا سنڌين جي شائقن اڳيان رکون. مسٽر ڀيرومل مهرچند سنڌ تي عاشق آهي ۽ سنڌ جي تاريخ، ڪهاڻيون ۽ قصا، سنڌ جا راڳ ۽ ڪافيون، ڏاڍي محنت سان هٿ ڪري ڪيا اٿس. گهڻيو ڪجهه ڪري آهي. هي اڃا پهريون ڀاڱو آهي. ٻيو ڀاڱو به جلد ڇپجي تيار ٿيندو، جنهن ۾ ٿر ملڪ جا سهڻا احوال مارئيءَ جي مارو ڙن وارا، راڻل ۽ سوڍل وارا، ڏنل آهن.

جيٺمل پرسرام

# سنڌ جو سيلاني

## ڪراچيءَ جي ڪهاڻي

ڪراچيءَ جي ڪهاڻي مڪ عجب جهڙي آکاڻي آهي. ڪراچيءَ جو ديڏ وسارو شهر جو عمدي بندر هئڻ سبب تڪڙي تڪڙي ترقي ڪري رهيو آهي ۽ جنهنڪري منهوڙو ۽ ڪياماڙي، ميريويدر ٽاور ۽ ڊينسو هال، ڪاليج ۽ اُنهجو عجائب خانو، فريئر هال ۽ عمدا پتلا، هوا بندر ۽ اُنهجو ديداري شيل گاهه، سرڪاري باغ ۽ اُنهجا عجيب غريب جانور ۽ آڻ ڏٺا آڻ ٻڌا ٻکي، خوشنما ۽ عاليشان عمارتون ۽ طرح طرح جا ڪارخانا هيترو ڪٺي بينا آهن جنهنڪري ساجيءَ سنڌ جو نڪ شاهاڻو آهي، سن ١٧٢٥ع کان اڳي اتي اصل هوئي ڪو نه جتي هاڻ ڏسو ٿا! هتي رڳو تورا مهاڻن جا گدر هئا ۽ اجتائين ڪاري دروازي واري طرف کي "ماهي مياڻي" ڪوٺيندا آهن. ڪيڏانهن مهاڻن جي ڳوٺ جو منهن، ڪيڏانهن هاڻوڪي شاندار ڪراچيءَ جي شڪل! ڪراچيءَ کي بيشڪ

آهي ۽ بهمت اهڙي ته ٻاري ڪٺي اٿس جو اهو اصلوڪو غريباڻو ڳوٺڙو اڄ "آڀرندي جو ستارو" سڏجي ٿو ۽ واهه جا جهلڪا پيو ڏئي. هن وقت سڄي هندستان ۾ هي ٽيون نمبر بندر آهي ۽ انکي سنڌ جو "لورپول" ٿا سڏين. اڃا ته جي ولايت جي ميل سڌو ڪراچيءَ اچي ته جيڪر هي شهر بمبئيءَ کي به شهه ڏيئي وڃي.

مٿي چيو ويو آهي ته ڪراچيءَ جو شهر اصل اتي ڪو نه هو. انهيءَ تي توهين پڇندا ته تڏهين ڪٿي هو؟ ڪراچيءَ جي هاڻوڪن سيٺين جا وڏا ۽ ڀيا واپاري اصل "ڪارڪ" ۾ رهندا هئا. اهو ڪارڪ جو شهر حب نديءَ جي ڀرئين پاسي ڪيپ مانز (راس المعاري) جي منهن وٽ هو. ڪراچيءَ کان ڪيپ مانز پورائي پورا ڏهه ڪوهه پري آهي ۽ انهيءَ منهن تي ڪارڪ جو شهر هڪ وڏو بندر هو. خبر اٿو ته انهيءَ واپار کهڙن کهڙن شهرن سان هلندو هو؟ سنڌ ۾ انهيءَ واپار خاص طرح شاهه بندر ۽ لاڙي بندر سان هلندو هو. اڄ شاهه بندر جي شڪل ڏسو ته جيڪر حيرت لڳيو. اهو شاهوڪار بندر جنهن کي غلام شاهه ڪلهوڙي پنهنجي نالي پٺيان سڏائيٽ ۾ فخر تي ورتو، سواءِ هڪ غريباڻو ڳوٺ آهي. لاڙي بندر ته سڄو سڙيو آهي، باقي هڪ ڪوٽ ۽ ڀيا ٿورا نشان مسجد جا اڃا ڳهاڙ واهه جي ڪپڙي تي بيٺا آهن

۽ سمنڊ جون لهريون اُتي ٻيون لوڏا ڏين. اُتي هر سال ٻاڦ شاهه جو ميلو لڳندو آهي ۽ انهي وقت ٿوري گهڻي ٻستي ٿيندي آهي، باقي ٻوءِ ته سڄي ٻيٽي واڪا ڪري. ڪارڪ بندر جو واپار نه رڳو سنڌ سان پر ملبار، سورت، پوربندر ۽ مسقط سان به هلندو هو. هاڻوڪي ڪراچيءَ جو واپار ٻين ڏيساورن سان گڏ انهن شهرن سان اڄتائين هلي پيو. ڪراچيءَ ۾ گيهه گهڻن پاسن کان، اچي ٿو، پر پوربندر جو گيهه هٿ ڪري ڪائي ڏسو ته ڪهڙو سٺو آهي!

درياهه توڙي سمنڊ جون ڦرديون گرديون عجيب آهن: ڪڏهين ساوا پاسا سڃا ته ڪڏهين سڃا پاسا ساوا ٿيو وڃن. ڪارڪ بندر سان به اهڙي ڪار ٿي. پاڻي رخ ڦيريو ته ريو يا لٽ چڙهيو جنهنڪري ڍنگيون ايستائين اچي ڪين سگهيون ۽ واپار کي سخت شڪست اچڻ لڳي. ڪراچيءَ جو هاڻوڪو سيٺ ڀوڄومل جنهن جو اولاد ڪراچيءَ جا ڀوڄواڻي سينڌيون آهن، تنهن ۽ ٻين واپارين ڏٺو ته هاڻ هتي ٻنهن جي نه پڪيءَ سي ٻوءِ ڪارڪ مان لڏڻ جا سعيا ڪرڻ لڳا. سنه ۱۷۲۹ع ۾ اهي سينڌيون حب نديءَ وارو پاسو ڇڏي هاڻوڪي ڪراچيءَ طرف ڪلاچيءَ جي ڪُن جي نزديڪ اچي رهيا.

ڪراچيءَ جي بندر ڏانهن وڃڻ لاءِ جيڪا هاڻ وات آهي، سا اڳي ڪانه هئي. رام جهروڪو جنهن

کي هاڻ عام طرح "آئسٽر راڪ" يعني "ڪالو ٽڪر" ۾ ڪولين ٿا، جا ڪارڻ ته اُتي پهڻن ۾ ڪالو نالي هڪ قسم جي مڇي ڪيئنئن جي شڪل جهڙي ٿي ڪائڻ ۾ اچي ٿي ٿي تنهنجا ٽڪر سڏو وڃي مٺهوڙي واري ٽڪر سان ٿي لڳا، تنهنڪري سمنڊ جي پاڻيءَ کي اُتي طرف اچڻ جي وات ڪانه هئي. اُهي وچ وارا ٽڪر ٻوڙ پڇي پري ويا، جنهن ڪري مٺهوڙو ۽ رام جهروڪو هڪ ٻئي کان ڌار ٿي پيا ۽ سمنڊ جو پاڻي هاڻ ته ڪياماڙيءَ ۽ نيٽو جيٽيءَ تائين ڪاهي پيو اچي. هن وقت ڪياماڙيءَ وٽ پهي ڏسندا ته توهان کي مٺهوڙي ڪانسواءِ پيا ٻه ننڍڙا ٻيٽ هڪ ٻئي جي نزديڪ ڏسڻ ۾ ايندا، اُنهن ٻيٽن کي "پٽ" ۽ "ٻابا" ڪري سڏيندا آهن ۽ اچائين اُتي ماڻهن جا گهر آهن. سمنڊ جو پاڻي ڪياماڙيءَ ڏي اچڻ بدران ٻابا ٻيٽ کان لنگهي مواچ جو ميدان وڃي ڪيندو هو. مواچ جي ميدان جي هڪ پاسي ۾ هاڻ ماريپور لوڻ ڪارخانو بيٺي آهي ۽ سمنڊ جو پاڻي اچائين اُتي جوليون ٿيو وڃي. ٻابا ٻيٽ کان ولي ماريپور تائين جيڪا ڪاري آهي، تنهن کي اچائين "نئي نار" سڏيندا آهن. سنه ١٩٠٢ع واري سخت طوفان لڳڻ ڪري نئي نار جو پاڻي ماريپور ۾ اُٿلي آيو هو، اُنهيءَ تي هون هڪ شعر ٺهيو هو جنهنجي

وچ وارين ٽڪن ۾ سمنڊ جي پاڻيءَ بابت هن طرح چيو ويو هو:-

نئي نار ۾ نٿي هيو دم نه ڏميائين،
ماندا اِن پٽ مواڄ جو پيري پريائين،
جتي جو نه اڳي اجھو اُتي غضب ڪيائين،
لوڙ سب لوڙهيائين، اڏائي لشڪر مٿ ڇٽ ٿيا!

انهيءَ نئي نار ڪاريءَ ۾ هڪ وڏو ڪُن هو، جنهن کي ”ڪلاچيءَ جو ڪُن“ ڪري سڏيندا هئا. اهو ڪُن اهڙو ته هاڪارو هو، جو شاهه لطيف پنهنجي رسالي جي سرگهاتو ۾ اُنجو نالو ڪتب آندو آهي:

ڪالهه ڪلاچيءَ ويا جيئون ڪٽي ڄڀير،
پاڻرن پيرو نه ڪيو آڌن ڪُني اوير،
اهڙي خاصي ڪير، ڪُن ورائي جهلي.

هي موريءَ جا بيت آهن. مورڙو هڪ گهاتو (مهاڻو) هو. هن جي ڏينهن ۾ ڪلاچي ڪُن ۾ هڪ وڏو مانگرمڇ رهندو هو، جنهن سندس ڇهه ڀائر ڪائي پورا ڪيا هئا. موريءَ جي قصي ۾ جا ڳالهه آهي ته هو دلوراءِ وٽ نوڪر هو؛ هن کان ڪي هٿيار ٺهرائي اهو مانگرمڇ ماريو هئائين. دلوراءِ جي صاحبيءَ کي اڄ ست اٺ صديون ٿي ويون آهن، جنهنڪري چئبو ته اڳاڻو ”ڪلاچي“ نالو گهڻو آڳاٽو آهي. موريءَ جو

مقام ڪراچيءَ جي ماڻهوڪي مساڻي طرف شيرشاهه وٽ
آهي ۽ اُتان حب نديءَ ڏي وڃڻ لاءِ تازو هڪڙو رستو
ٺهيو آهي.

ڪراچيءَ جي ڪن پيرمرد مسلمانن جو چوڻ
آهي ته "ڪلاچي" هڪ مهاڻي هئي ۽ هنجا
مٽ مائٽ توڙي پيا ذات ڀائي جيڪو ڳوٺڙو
هتي پڏي ويٺا هئا، سو "ڪلاچيءَ جو ڳوٺ" سڏبو هو ۽
نئي نار ڪاريءَ وارو ڪن به سندس نالي پٺيان "ڪلاچيءَ
جو ڪن" سڏبو هو. ڪراچيءَ جا سيٺيون ڪارڪ بندرمان
لڏي هن پاسي اچي رهيا. تنهنکانپوءِ ڪلاچي نالي جو
اُچار ڦري "ڪراچي" ٿيو. واهه مهاڻي، تنهنجو ڀاڳ!

ڪراچيءَ وارو پاسو اصل ڪلهوڙن جي هٿ ۾ هو.
ڪلهوڙن، جي صاحبيءَ ۾ قلات جي خان، جو پاڻ ڪلهوڙن
جي ماتحت ما ريو هو، جنهنڪري وڏو معاملو ٿي مٿو ۽ پرخون
جي عيوض ڪلهوڙن، ڪراچيءَ جو پاسو خان کي ڏيئي
ننٺو تاري ڇڏيو. جنهن وقت ... واطي سيٺيون ڪراچيءَ
۾ آيا، تنهن وقت اهو پاسو خان جي هٿ ۾ هو. هنڪي
جان ۽ مال جو خوف پئي ٿيو، تنهنڪري جام درياهه خان
جوکئي سان رس رهائي هنجي سنڀال هيٺ رهيا. اهو جام
ڪانٺن ڇڳن چاندا ڇڏائيندو هو، پر اڱکي سؤکئي
وڏو واهرو ٿيندو هون؛ تنهنڪري هنکي جيڪو

هئا، سو سکيار ٿو سمجهندا هئا. جام جي ڏي هوندي به هئن دوراند يشي ڪري سڄي شهر جي چوڌاري هڪ ڪچسري عالم پناهه جوڙي، جنهنجي ڪنڊن وٽ ٽل ٺاهيائون ۽ مسقط مان توفون آڻي اُنهن ٽلن تي رکيائون، جئين عمرڪوٽ ۽ اسلام ڪوٽ وارن قلعن تي اچتائين توفون رکيل آهن. انهي ڪوٽ لهڻ ڪانپوء شهر کي "ڪلاچي ڪوٽ" سڏ يندا هئا.

ڪراچي شهر جي عالم پناهه يا ڪوٽ کي آمدرفت لاءِ به دروازا هئا ۽ هڪڙي دروازي جو منهن کاري نير يا سمنڊ جي پاڻي ڏانهن هو، تنهنڪري اُهو "کا سڏجڻ لڳو ۽ ٻئي دروازي جو منهن ليا ري نير جي کوهن ڏانهن هو، تنهنڪري اُنکي "مٺو خان جو ملڪ هو، تنهنڪري اُنجو سي واپار هليو. خراسان کان قافلا ايندا هئا آڻ جهڪا ئيندا هئا. جيڪا

هوندي هئي، تنهنجي پٽ تي هنوق

ڪراچيءَ جي سيٺين جا

کي اڄ به "اولڊ ٽائون" يعني ج جهوني شهر جون گهٽيون تمام ۽ ميونسپالٽيءَ کي جهونيون آ گيا ٿيون گهٽيون وڏڪريو،

آهي هند هاڻ جڳو ڪلي بيا آهن. آڳاٽين گهٽين مان "ڪوئو گلي" اچڻائين ناهو ر آهي. شهر ۾ پليگ جي بيماري پهرياڻين اتان شروع ٿيندي آهي ۽ پراڻيءَ ڪي ڪوٺوءَ جي لانڍيءَ تي پهچائيندا آهن. مساڻيءَ ڪي لانهي نالي سان سڏيندا آهن، جو مساڻي پائي لاءِ اصل هڪ لانڍي ٺهيل هئي.

هنوقت سمنڊ جو پاڻي هوا بندر وارا پٽ پيو بسائي، پراڻي گاڏي حاطي تائين پاڻي ايندو هو. اهو گاڏي حاطو ڪنهن زماني ۾ ڳو بندر هو ۽ انڪي اوُرنگا بندر [illegible]دا هئا. هندو ماڻهو عام طرح "[illegible]را مباغ" سڏيندا نالو اچڻائين هليو اچي.

[illegible]لوچستان جي سيرڪرڻ سانگي ڪي ملٽري [illegible]چيءَ ۾ آيا هئا، تن پنهنجي سفرنامي [illegible]ڪور علي" نالي سان سڏيو آهي ۽ لکيو اٿن ته ڪور علي معنيٰ عليءَ [illegible]ن انو مان ڪيڏو ٿو ٻوي ته ڪور [illegible]قري ڪيا ماڙي ٿيو آهي.

[illegible] سن ١٧٩٥ع ۾ قلات جي خان [illegible] سمنڊ جي رستي ڪاهن ٿيڻ [illegible]سن ١٧٩٧ع ۾ ميرن منهوڙي تي [illegible] ساڳئي هندو هو، جتي هاڻ

نئون قلعو ٺهيو هيو آهي. ٧ فبروري ١٨٣٩ع تي انگريزن جو لشڪر "ويلسلي" جهاز ۾ چڙهي ڪراچيءَ تي آيو ته منهوڙي واري قلعي مان ميرن هڪ توپ ڇوڙي؛ تنهن تي انگريزن جي لشڪر اُهي توفون ڇوڙيون جو سڄو ڪوٽ ڪيرائي وڌائون. هو پوءِ آسانيءَ سان سانگهي ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ڪاهي آيا ۽ شهر واري قلعي جي ٻاهران اچي ويٺا.

تن ڏينهن ۾ ميرن جي پاران آغا اسماعيل شاهه شڪارپور ۾ نائب هو، تنهنکي ميرن انگريزن جي لشڪر ڏي وڪيل ڪري موڪليو. هن آخر صلح ڪرايو، جنهن موجب ميرن ساليانو ٽي لک رپيا انگريزن کي ڏيڻا ڪيا ۽ انگريزن انجام ڪيو ته شهر جي حڪومت ۾ ڪابه دست اندازي ڪا نه ڪندا سون. اهڙيطرح انگريز ٿورا سال ترسيا ۽ مياڻيءَ واريءَ جنگ کان پوءِ حڪومت جون واڳون پنهن جي هٿ ڪيائون.

ڪراچي ڪير ڄڻي هئي اهڙي ڪار
ڪو منجهس بنگلو نڪا ڄاءِ تيار

هي هڪ وڏي شاهي بيت جون پهريون ٽڪون آهن. اُهو بيت سر گواهي منشي گردا سمل ڪرپالاڻيءَ جو ٺاهيل آهي. سنڌ مس ڏينهن ۾ سال ١٨٦٥ع ڌاري فريئر هال ۽ ٻيا بنگلا جڙيا هئا ته اُهي ڏسي عجب کاڌو هئائين، جو اُنکان اڳ ڪراچيءَ جي جهڪا حالت ڏٺي هئائين سا هٿين ان

ٽڪن ۾ ٽامر ڪئي اٿس. ڪراچيءَ ۾ پهريون ڀيرو آءٌ ١٨٨٤ع ۾ ويو هوس، تڏهين نڪو هو ميڪس ڊينسو هال، نڪو هو ميريويدر ٽاور، نڪا هئي ٽرام ۽ نڪا ٽيليفون، بولٽن مارڪيٽ هئي، ۽ هاٿوڪي ڪان گهٽو نديءَ هئي.
ٽن ڏينهن ۾ عاملن جون اوطاقون، ڪي جهوني مارڪيٽ وٽ، ڪي ڪاري در تي ۽ تورڙيون سرائي ڪواٽر ڏي هيون. گهمڻ گهٽڻ نڪرندو هو ته پراڻو جيل جتي هاڻي نئين سمال ڪاز ڪورٽ جڙي آهي تيستائين اچي پوءِ پنتي موٽ ڪاڻ هئي، جو اڳيان سڀ لڳي پيئي هوندي هئي. سوامي نارائڻ وارو مندر ٽن ڏينهن ۾ پرهون باقي ڳاڙهي حاطي ۾ ديوان چيتنمل جي جاءِ وٽ قبرستان لڳو پيو هوندو هو. سنه ١٨٩٦ع جي ذاتال وارن ڏينهن ۾ جڏهين پهرين پليگ پيئي، تڏهين عاملن ڳاڙهي حاطي ڏي گهڻو رخ رکيو. انهن پوءِ ڪجهه وقت ڪي عامل ڪاري در تي رهندا هئا، ۽ ١٨٩٩ع کان پوءِ ڪارو در صفا ڇڏي ڏنائون ۽ هاڻ جاءِ جي تنگيءَ ۽ گهرين مسواڙن سبب رنڇوڙ لائين ڏي رهڻ لڳا آهن.

اڳي ڪراچي ساڙهوندي هئي. اونهاري ۾ گهر ۾ ٻوسل ٿيندي هئي، جو مرڪو ماڙيءَ تي رهڻ پسند ڪندو هو. هينئون جايون پسيون پٽ ٿيون پسيون هونديون هيون ۽ ڪيترا ماڻهو عام طرح اتي هوندا هئا ته

مڇر، منگهڻ، ڪارڙا، ماڪ تي ماري
هڪڙو وڇوڙو وطن جو، ٻيو سرڪو تو سا ڙي.

جڏهن ڪر شهر جي گندي پاڻي وغيره جي نيڪال جو زمين هيٺان بند و بست ٿيو آهي، تڏهن ڪراچي وڏيڪ خشڪ نظر اچي ٿي ۽ گاڏي جاڻي توڙي شهر ۾ ڪيترا ماڻهو هيٺين جاين ۾ هاڻ با فرحت گذارين ٿا. ڪپڙي گندي ڪرڻ جي ۾ اُتي لذت آهي. هوا ڪائڻ جا هنڌ گهڻا آهن ۽ رستا ۽ ڪشادا ۽ صاف آهن. هر روز سانجهيءَ جو ڏس تي ڪيترا جوان نهڪڻا ڦهڪڻا ٿي، چنبد يا ڦوڪيا، ڏاڍي تيب تاپ سان ٻيا گهمن گهتن.

## ڪراچيءَ جي ٻولي

ڪراچيءَ ۾ وڻ وڻ جي ڪاٺي آهي، تنهنڪري اُتي انيڪ ٻوليون ڳالهائڻ ۾ اچن ٿيون ۽ اُهي سڀيئي ڪراچيءَ جون ٻوليون نه چئبيون. ڪراچيءَ جي ٻولي اُها آهي، جا ڪراچي شهر جا اصلوڪا رهاڪو ڳالهائين ٿا. ڪراچيءَ جا سيٺيون ٻوليءَ توڙي هلت چلت وغيره ڪري هر طرح حيدرآبادي عاملن جهڙا آهن ۽ اُنهن سان مٽيون مائٽيون به اٿن؛ باقي ڪراچيءَ ۾ جيڪي ڄاڻو، سهتا ۽ ٻيا رهن ٿا، تن جي ٻولي مزيدار آهي. هڪ لڳا ڪراچيءَ جي هڪ مائي اسان وٽ گهر ۾ ٻينل هئي؛ تنهنڪري هن جي ائن ورهين جي نياڻي اسانوٽ گهر ۾ گهڻو ايندي

هٿي. هڪڙي ڏينهن ڏيارئي جي صبح جو ڏيارئي جا
مٺائي جا ٽولڙا داهليءَ ۾ هيل ڏسي انهيءَ ڇوڪريءَ پڇيو ته
”هو ڳٽي ۾ ڪرمت ڪيڏانهن جي (ڪنهن جي) آهي؟“
اسان جي گهر جي ڀاتين مان ڪنهن به ڪو نه سمجهيو ته
ڇوڪري ڇا ٿي پڇي. آءٌ هندن جي ٻوليءَ مان واقف
ٿي ويو هوس، تنهنڪري مون ٻڌائين ته ڇوڪري پڇي
ٿي ته ”داهليءَ ۾ ٽولڙا ڪنهن جا رکيل آهن؟“ مون اڃا
ايترو چيو ته ڇوڪريءَ مون کي چيو ته ”ليا، ائين ڪرمت
کي ڇا چئو؟“ مون چيس ته اسين ڪرمت کي چئون، ”ٽولڙا.“
منهنجي انهي جواب تي ڇوڪريءَ اُماڪ پنهنجا هٿ
هٿ جوڙن تي هٽي چيو ته ”ٻڙي مئيس، اسين ٽولڙا
چئون جون کي، سي ماڙهو ڪيئندو ڪئن؟“ يعني مٽي ۾
جيڪي جئون ٻوٽديون آهن، جن کي اسين چئون ”ٽولڙا،“
سي ماڻهو کائيندو ڪيئن!!!

ڪراچيءَ جا ماڻهو ”ھ“ اکر جو اُچار ڪو نه ڪن.
جن لفظن ۾ اهو اُچار سمايل هوندو آهي، تن مان اهو اُچار
ڪڍيو ڇڏين؛ مثلاً ٻاٽيءَ جي ”گهگهيءَ“ بدران چون
”گگي“، ”وهانڻا“ بدران چون ”وانڻا“. هڪ ڀيرا
ڪراچيءَ جو ڪو رهاڪو ٽرام ۾ چڙهيو ته ٽرام اُٿي
هلڻ لڳي. هن جو هڪ سنگتي اڃا ٻيهيان هو، تنهنکي سڏ
ڪري چيائين ته ”سگهو چڙ چڙ“ (سگهو چڙهه چڙهه). اُهي

هئي جنهن مٿي ڇٽا مڇڻهجا واقف هئا، تنهنڪري مون ٻهرئين کي ڄرڄو ڪري ڇيو تہ تون جو ڄويڻس ٿو تہ "ڄرڄر" سو گام داٽا ۾ اڳيان وڄهيڻس نہ تہ ڇا ڄرندو؟ هن ڇيو تہ "ٻس سائين، اسانجي ٻولي اڃا ايڙي (اهڙا اهڙي) آهي."

ڪراچيءَ جا ماڻهو نيا ٻي ٻدران اڪثر ڄون "ٻارٻو" ۽ اهو لفظ شاهہ جي رسالي ۾ بہ ڪم آيل آهي:—

"ٻانڌيا ٻارٻو ڏجانءِ ڏاتيءَ ٻول کي".

اُتر ٻاسي "ٻارٻو" ٻدران "ٻارانيو" ڇوندا آهن ۽ اُهو لفظ بہ شاهہ صاحب ڪتب آندو آهي.

گهرجي "سنيال ڪابجہ" تنهنجي ٻدران ڄون "ٻيت ڪابجہ". سيرڏيارڻ يعني وارن مان ڄوُن ڪيڊائڻ تنهنجي ٻدران ڄون "تونگڙو هٽائڻ." اهڙي طرح ٻيا بہ ڪيترا لفظ آهن، جن مان ڪي بلڪل ڪارائتا ۽ سنجي سنڌ ۾ ڦهلائڻ جهڙا آهن؛ مثلاً "هضبريت ويت" ٻدران ڄون "هنروت" ۽ "مٿن آف وار" (جنگي جهاز) کي ڄون "منڌور." اهي انگريزي لفظ نئيوڏو اُتي عام طرح ڪم آڻي ٿو ۽ جنهن صورت ۾ اُنهن لاءِ ٻيا لفظ اسانوٽ ڪينهن، تنهن صورت ۾ اهي سڀني کي ڪم آڻڻ گهرجن.

مڇيٽي جو سير

ايسٽر جا ڏينهن هئا. آفيسون ۽ سڪول بند هئا.

ٻارن کي چيم ته سياڻي ماڻهنءَ جو سير ڪرڻ هلندا سين،
تنهنڪري سويل اٿجو. ٻارن کي اهڙا ڏس ڪو ڏئي
سُتي. اڌ رات ڏيڍهي اٿيا. اڻ اُڀرئي جو گهران نڪتا سين
۽ سڀ ڪني مس ڪيڏي ته ڪياماڙيءَ تي اچي هڪ
ماڻهنءَ ۾ چڙهيا سون. سگهوئي ناکئين ٻگهه جوڙي ماڻهو
هاڪاريو ۽ ٿوري ساعت ڪانپوءِ سڙهه چاڙهيائين. هڪڙي
صبح جي مهل، ٻي آنند جهڙي هير، ٽيون ماڻهو شيل لاءِ،
مؤج ۾ مؤج هئي. سڻائي هوا جهٽ سڙهه کي ڀري ٻيڻي ۽
سڻائي وير ڪري ڪارڻ ۾ ماڻهو لس ئي لس چؤهو تي هليو
ته اسانکي هيڪاري فرحت ٿي آئي. رکي رکي ماڻهنءَ
ڪنهن مهل ساڄي ڪنهن مهل ڪٻي اهڙيطرح ليمت تي
ڪئي جو ٻانءِ ته سمنڊ بادشاهه کي نمي ٿي نياز ڪيائين
۽ پنهنجا ٻئي پاسا لهرين کان ڇاهه مان ٿي جمايائين.
ڪياماڙيءَ کا نوتي مڻهوڙي تائين ڪيترا لوهه جا تنبا
گوگڙوءَ جي شڪل جهڙا پيا ترن، جن کي عامطرح "بوبو"
چوندا آهن. اڪثر جتي تانگهو ٻاڻي هوندو آهي، اُتي
بويا رکندا آهن. هرهڪ بوئي جي مٿان لوهه جو ڪنڊو
ٿئي ٿو، جنهن ۾ ٻيڙيءَ جو رسو ڏاڍو ڪري ٻڌجي ته ٻيڙي
بيٺي رهي؛ تنهنڪري اهي بويا ڏاڍا ڪم جو ڪم ٻه ڏين ٿا
بوين تي ڪيترا پکي ويٺا هئا ۽ ڪي پاڻي تي ٻه ٿي تر،

بوءِ = Buoy.

اُنهن پکين ۾ گهڻا ڪينا آهن. ڪينوڪن گند وگهڻو کائي ٿو، تنهنڪري نڪو پورو ٿئي نڪو ڏيهي کائيس. جهڳو ٿا ڪن. "ڪينو" جنهنکي بغض يا ڄاڻت ۾ جهڳبو آهي، تنهنڪان ۾ پاسو ڪرڻ جڳو آهي:

"پاند ۾ پائي ويو ڪيني وارو ڪينڪي." (شاهه)

هن ڪارڻ ۾ طرح طرح جا پکي ڏسبا آهن. هڪڙي پکيءَ جي ڄڀ ڏوئي جهڙي ٿيندي آهي، تنهنڪري اُنکي "ڏوئل" ڪوٺيندا آهن. ٻئي هڪ پکيءَ کي "لاکيا جاجي" سڏيندا آهن، ڇاڪاڻ ته اُهي پکي لاکي لهراڻيءَ جي وهانءَ تي جاجي ٿي وياهئا. ٽيون هڪ ڪنيئو پکي ته انصاف ڪندو آهي. ڪنيئو مٿي آڪاس ۾ پيو اُڏامندو آهي، پر ڪا مڇي پاڻيءَ مان منهن ٻاهر ڪڍي ته جهٽ تنبندو ۽ تنبندو هيٺ لهي اچي ۽ جي تنهن وچ مڇي موٽي پاڻيءَ ۾ گهڙي وڃي ته هي اندر پاڻيءَ ۾ ٽبڪو ڏيئي اُتان ۾ ڪڍي اچيس ۽ ڄڀ ۾ جهاتي (ڪٺي) ڪنهن گوشائي هڏ ويهي کائيس. هڪ لڱا ڪنيئوءَ کي هڪ سنهي مڇي کائيندو ڏٺو هوم. ٿورو پريرو هڪ ڏوئل اهڙي طرح ويٺي هئي، ڇاڪاڻ ته ڪنيئوءَ کي کائيندو ڏسي کيس ڏک ٿيو، جو وير

ڪينو = (1) Gull, Sea-gull (2) Malice, Spite.
ڏوئل = Spoon-bill. لاکيا جاجي = Flamingo.
ڪنيئو = King-fisher.

ڏي پٺي وا جهايا ئين. اُتي مون کنيوڙ بابت ڪي بيت ڏاهيا، جن مان ٻه بيان ٻه بيت هيٺ طرح آهن:-

کنيوڙ ڪاري نير تي ٿڙي ڦيريندا ر
مٿان ڏسي مهراڻ ۾ ڪٽي ڪو شڪار
اُلهي اچي او چتو ترتون ترت طمعدار
ڦيرائي ڦهيار چاتيو وڃي چنج ۾.

کنيوڙ ويٺو ڪاءِ ماڇي اڄ تان موڄ ۾
ڏوئل تان ڏڪر پٺي ويرمٿي واجهاءِ
ڳڻتي ڳڻ نہ غريب جنهين آهه رازق رحيم خداءِ،
جو کنيوڙ کي کاراءِ، سو ڏوئل کو ڏکي ڪري؟

پيڙهي وارا اهڙيون ڳالهيون ڪيئن تا ڏسن. گهڻو ڪري سڀ اڻپڙهيل آهن، مگر هواءِ ٻالڪي جي سڌ پڙهيلن کان ٻہ وڌيڪ اٿن. ٻيا ڪڏهن ڪتاب جي پڙهائيو وجن تہ هيڏي مهل پيرتي چڙهندي ۽ هيڏي مهل آلٽو ٿيندي. طوفان يا برسات جو اسانکي ڪو ٻہ ارڪان ڏسڻ ڪين ايندو، هوندو، پر جيڪي ڏينهن طوفان لڳڻو يا مينهن وسڻو هوندو تہ مهي اڳواٽ چٽي سگهندا. مطلب تہ ڪتابي علم ڪو نہ اٿن، پر پنهنجي ڪم ۾ پڙ آهن. پيو هي بہ اچڻ اٿن جو

نير = پاڻي. اُلهي = لهي. ٺمبڻ = مٿان گهمڻ يا ڦرڻ (پکي وانگيان). ڦهيار يا ڦهيارو = ماڇي، سڀڪهي ماڇي
چاتڻ = ڪٽڻ. چنج = چهنب.

ڪنڌارين جو ڪرين جو ٻاڙو اصل ڪو نه وان. شايس
ائين جو نياڻين جو ايترو قدر ڪن ٿا. اسان جي ٻيڙي
ٻوڙ لهرين مان لڏندي ڪڏندي اچي ڏڪ ڏڪي وٽ
بيٺي ۽ اسان سڌو رخ رکيو "بريڪ واٽر" ڏي.

بريڪ واٽر تي ڏاڍو مزو آهي. سمنڊ جون لهرون
ٽڪريون ٽڪريون اڏنديون، ڪڏنديون گجنديون ۽ گوگاٽ
ڪنديون ڪناري وارن پٿرن سان زور مان لڳي وڏا
ٺڪاءُ ٿيون ڪن ۽ جنهن مهل جهڙا اُڏامي اچي ٻارن
تي پون ٿا، تنهن مهل ڪين ٻاڻ رونشو تي ٿو اچي. ڪيترن
پسڻ جو سانگو اصل ڪو نه ڪندا، جاڻي واڻي پيا
ويجها ويندا ته پل ته وڏيڪ جهڙا پون. سمنڊ جي موج
ڏسي ٻارن کي ته آهڙي موج ٿي اچي، جو ڪيترا ٻيا
قربان ڪن! مون تي ته ڪيترا جهڙا پيا ۽ مون ٻاڻ ته
امو رحمت جو ريلو ڪري ڄاتو. هتي ڪيترو ته وقت
ويهڻ جي ڏي ٿيڻ جو نه آهي. مسٽر واڪر کي جس هجي،
جنهن بريڪ واٽر جوڙائڻ جي رٿ وڌي. ١٨٧٣ع ۾
بريڪ واٽر جو ڪم راس ٿيو.

بريڪ واٽر جو مزو گهڻ مهل ماڻي پوءِ اچي قلعي
وٽان لنگهياسين. مشهور ماڻهن جا نوڪي آهي ۽ مختلف
مرطرح جا سهڻا آهن. آتي سڪول، لئبريري، بلڊنگ
۽ تهوس رانه ڪورٽ جا ٻڌل ويسڪ ۽ لوهيڻ سوچيا ! ۽ [illegible]

شين لاءِ دڪان آهن. عيسائين لاءِ ديول، مسلمانن لاءِ
مسجد ۽ هندن لاءِ شوالو به آهي. هتي هڪ پير جي
تربت آهي، جو جوان ڏاڍو ڪرامت جو صاحب هو.
منهوڙي تي هر سال چيٽي چنڊ جو ميلو لڳندو آهي، جنهن
کي عام طرح "منهوڙي جو ميلو" چوندا آهن. موڪل
جا ڏينهن هئا، آفيسون ۽ ڪارخانا بند هئا، تنهنڪري
هتي ڪنهن پاسي ڪونه لڙيا سون، باقي پورٽ ٽرسٽ
ڪاتي جي ڪلارڪن جي جاين وٽ سنان ڪرڻ لاءِ تڙ
ٺهيل آهي تنهن ۾ خوب سنان ڪري پوءِ پيٽي ۾ وجهي
جيو جورو ڪيوسين.

اسان جو مڇڻو پوءِ الله آڌار آهريو ۽ اسان سڌو
لوڻ ڳاڻ ڏي رخ رکيو. وات تي پيٽ ۽ بابا پيٽ
ڏٺاسين. هي پيٽ ننڍڙا آهن، ته به جهڙي تهڙي ويڙهي
پوڙڻ جا نه آهن، باقي الاهي اٿل ٿئي ته پوءِ پي ڳالهه
آهي. جون ١٩٠٢ع ۾ سخت طوفان لڳو هو ۽ سمنڊ
اُٿليو هو، تڏهين سڄو ڪراچي ۽ اُن جي آسپاس ڪيٽرن
لکن جو نقصان ٿيو هو ۽ هي پيٽ صفا پٽجي ويا هئا، جنهن
ڪري هتي جي ڪيٽرن ماڻهن ماريپور ۾ اچي پناهه
ورتي هئي.

شمپير

پيٽ ۽ بابا جي پرپان ماريپور لوڻ ڳاڻ جي ويجهو

پيو ۾ هڪ ننڍ وڏيت آهي، جنهنکي شمپيرڪري ڪوٺيندا آهن. شمس ناليءَ هڪ پير جي آتي تربت آهي، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس. هتي ۾ مهاڻن جا گهر آهن. هتي ٽڪريءَ تي سرڪاري لوڻ جو گدام وڏي شاهي لوڙهي جي اندر آهي. هتي اوڻ جو مڻ فقط انين آني ملندو آهي! مڇيءَ جي واپارڪي زور وٺائڻ لاءِ سرڪار اهڙو سستو لوڻ ڏئي ٿي؟ اهو خاص مڇي لوڻڻ لاءِ ملي ٿو. مڇيءَ جو واپار اڪثر خواجا ڪندا آهن. جنهن واپاريءَ کي جيترو لوڻ مڇيءَ لاءِ کپندو آهي، سو ڪراچي خزاني ۾ اوترا پئسا جمع ڪرائي ٿو پئسن جي رسيد وڃي شمپير ڪلارڪ کي ڏيکاريندو آهي ته هو اوترو لوڻ توري ڏيندو اٿس. سيٺين جا نوڪر مهاڻا آهن، سي لوڻ وٺي ڪلارڪ جي روبرو مڇي لوڻي سرڪاري لوڙهي اندر [illegible]
مڇيءَ جا واپاري اها سڪل مڇي [illegible]
ڏيساورن ڏي موڪليندا آ[illegible]

[illegible]
ڪراچيءَ ۾ مها[illegible]
۾ مڇيءَ جي سڃي[illegible]
اپريل ڌاري شرو[illegible]
ٿي. انهي مو[illegible]
دڪان ڪي[illegible]

انهن ٽن مهنن ۾ شمبيرتي لوڻ جو ڪابه هڪ هزار کن مڻ ٿئي ٿو. تنهنڪان سواءِ ڪيترو لوڻ واپاري ڪراچيءَ مان ۾ بازار جي اڳهه تي خريد ڪندا آهن، جو ڪنهن ڏينهن مهاڻا رات جي وڳڙي ۾ مڇيءَ جون ٻيڙيون ڀري اچن ٿا واپاري شمبير وٽ ڊائين ڪو نه ٿو سن، پر اُتي جو اُتي لوڻ خريد ڪري مڇي لوڻائين ته خراب نه ٿي وڃي.

شمبيرتي مهاڻا قسمين قسمين مڇيون ڦا آڻين. هڪ پيرمرد مهاڻي جيئو ته مون مڇيءَ جا ٻه سو کن قسم ڏٺا آهن! ڪراچيءَ ۾ مڇيءَ وارا گهڻا قسم مڇيءَ جا وڪڻڻ ايندا آهن: سرمائي، سنگهري، رانوس، جوڏي، ٻاهڙيت، لبڙي فش، "ڏارلي"، موري، دوٿر، اوجريون وغيره. شمبيرتي سوڻا مڇي گهڻي ٿي اچي؛ ٻيو اچي ٿو منگرو، جو ويساڻ جو قسم آهي. منگري جو رڳو جوٿو مانهو ڊ

آهي وڏيون مڇيون سڪائي
آهن؛ سرمائي ؛ پي ڏاڙي
موڪليندا آهن. گانگٽ

آهن، [illegible] ڪراچيءَ

دروازي کان
منگ ٿي جهنگ
اچيءَ ۾ وهنن

لاءِ اڇو ۽ ڳاڙهو آهي. اُنکي "پُور" چوندا آهن. تمر هميشه ڪارين جي ڪنارن تي ٿيندو آهي. تمر جو ڳاڙهو وڻ ڪاٺين ۽ اُنجون ڪانيون ڪَتي ٻيڙين ڍاهڻ ۽ ٻڪي ٻارڻ جي ڪم ايندڙيون آهن، ۽ ڪاٺي ڪاٺي تي مدار آهي. ڪراچيءَ ۾ غريب لوڪن کي ٻهر جي ڪاٺي تي ڌلي خرچڻ جي سمرٿي ڪانهي، تنهنڪري آهي تمر ٻارين. تمر جي ڪانين جون ٻيڙين جون ٻيڙيون پرچي ڪم ۽ ڪانيا واڙ ويندڙيون آهن. تمر جو مقاطعو پورٽ ٽرسٽ وارا ڏيندا آهن. اڪثر ڪراچيءَ جا ماڻهو اهو مقاطعو ڪٽندا آهن، جنهنڪري ٻانڻجي ٿو ته سنڌ جي گهڻن ماڻهن کي انهي مقاطعي جي سڌ ڪانهي. شهپير وٽان ڏسندا ته ڪارئي ۾ وڏا ٻمبو ڪٽا پيا آهن. اهي هنلاءِ آهن ته ٻيڙئي وارن کي خبر پوي ته انهي هنڌ پاڻي هميشه رهي ٿو ۽ اُتان ٻيڙي هلائڻ گهرجي. اسين ۾ اڪو ... ي وياسون ۽ ٿورن منٽن ۾ وچي لوڻ ڪارڻ جي و...

ما ريپو...

ماريپور لوڻ ...
اُڀهندي طرف ...
رستي وچي ...
رستو گذ ريل ...
ته موٽر ۾ سوا...

مارڻيو ر لوڻ ڪاڻ جنهن ميدان تي آهي، تنهنکي اصل
مواچ جو ميدان سڏيندا هئا. هن شاهي ميدان ۾ سمنڊ جي
ٻاڙيءَ جي اُٿل ۽ برسات ڪانپوءِ ڪڏن ڪوهن ۾ لوڻ ٻاڦمراد و
جمي پوندو هو. اُهو قدرتي لوڻ ڪراچيءَ جا ڪي واڻيا
۽ مسلمان گڏهن ۽ اُٺن تي لڏي ڪراچيءَ ۾ وڃي وڪڻندا
هئا ۽ ڪين سراسري ٻه ٽي آنا مڻ لاءِ ملندا هئا. ڪنهن
وقت گهڻي برسات پوڻ سبب چاول لوڻ سڀ ڳري ويندو
هو ۽ لوڻ جي اڻاٺ ٿيندي هئي، ته ٻه ماڻهن کي ائين آني
مڻ ڪان وڌيڪ ڏيڻو ڪو نه پوندو هو. انگريزن جي
صاحبيءَ ۾ پهريائين لوڻ تي سرڪاري محصول اٺ آنا
مڻ تي هو ۽ پوءِ وڌائي اڍائي رپيا ڪيائون. ماڻهن جي
پڪارڻ تي سرڪار وري اگهه گهٽائي هڪ رپيو مڻ تي
ڪيو ۽ پوءِ ڪيترا سال سوا رپيو مڻ تي هو، مگر هلندڙ سال
۾ وري م... ...ڍائي رپيا مڻ تي ڪيا اٿن.

...پهريون عملدار مسٽر ماريءَ هو.
...ڪش ۾ مڪڙوئي هو. هن
...ڻ جو ڪارخانو سنه ١٨٧٨ع
...ڪارخاني کي
...سڏڻ لڳا. اهو
...ن. هن وقت
...ن ڪن هنڌ تي

مواچ آهي ۽ اُتي مالدار رهندا آهن، جي هر روز صبح ۽ سانجهيءَ اُٺن تي کير لڏي ڪراچيءَ ۾ وڪڻڻ ويندا آهن.

ماڙيپور جي انسپيڪٽر جي آفيس ۽ بنگلو ۽ ڪلارڪن ۽ پٽيوالن جون جايون مٿي ٽڪريءَ تي آهن. جيڪي لوڻ جوڙڻ جو ڪم ڪندا آهن، تن کي ”لوڻاري“ سڏيندا آهن ۽ اُهي سرڪاري جاين ۽ ڪارخاني کان پريرو ڳوٺ ۾ رهن ٿا. لوڻارين ۾ اڳي ٿورا واڻيا، ٿورا پرديسي، ٿورا سنڌي مروج ۽ گهڻا خوشي يا مڪراني هئا؛ ۽ اڄ ۾ خوشين جو عدد وڌيڪ آهي. ماڙيپور ۽ اُنجي پسگردائيءَ ۾ اٽڪل ٻارهن سو آدم رهي ٿو ۽ مواچ جي مالدارن کانسواءِ ٻين سڀني جي ڪمائي جو مدار اُنهي ڪارخاني تي آهي.

لوڻ ڪاڻ سرڪاري جاين کان پريرو سمنڊ جي ڪاريءَ جو نزديڪ آهي ۽ اُنجي جوڙاري وڏو بند ٻڌل آهي. بند جي ٻاهران سمنڊ جي پاڻيءَ جي نهر جوڙاري پيٺي وهي. ڪارخاني ۾ اندر ڪچا کوهه آهن، جن ۾ اُهو ٻاهريون سمنڊ جو پاڻي نهر يا نالي مان اندران ئي اندران سيمو ڪري ايندو آهي. جهڙي طرح ميٺ ڪاڻ مان ميٺ ڪوني ڪيندا آهن، تهڙي طرح هتي لوڻ ڪوني ڪو نه ٿا ڪيون؛ هتي ٻنين وانگر پارا ٻڌل آهن، جن ۾ کوهن مان پاڻي جا ڍول ڀري وجهندا آهن.... هوا ۽ سج جي زور لي

جنهن اهو ٻوٽي وڌي سگهندو، تنهن ٻاري وڌي اچائيندي.
ٻهرائين ”جوَر“ يعني سنهو لوڻ ڏسڻ ايندو آهي؛
ٻوءِ ٻوٽي مٿان ”ٻضي“ يا ”ڦُلي“ جمندي آهي.
ڦُلي جمي ته لوڻ ري جاڙهين لانگوتو. کهڙا ٻه سيءِ
پيا پوندا ته ٻٽ تي رڳي صدري ٻائيندا، باقي جولو؛
سٽرط اصل نه. هن جو سبب هي آهي، جو اهو ٻوٽي
گيهه يا تيل جهڙو سڻڀو ٿئي ٿو ۽ اُن ۾ ڪپڙي جو ٻلو
ٻسي پوءِ سگهندو ته اهڙو سخت ٿيندو جو تلوار وانگر
وڍي وجهندو. تنهن ڪانسواءِ آلو ٻلو ٻدن جي ڪپڙي
۾ ٻاڱي تي هر گهڙيءَ لڳندو ته اُنهي هنڌ کي رڇهائي
ڦرڙيون ڦوڦيندا ڪري ڇڏيندو. اِنهن سببن ڪري
هو رڳو لانگوتو ٻڌي ٻارين ۾ گهڙندا آهن. ٻهرائين ته
ويچارن جا هٿ ۽ پير ٻچي پوندا آهن، ۽ پوءِ آهستي
آهستي مري ويندا آهن.

لوڻ جون ٻاريون گهڻو اُنهيون ڪو نه ٿيون ٿين؛
اُنهن ۾ رڳو مري ڌائين ٻيرٻسي ٿو. ٻارين ۾ ٻوٽي جي
مٿان جيڪا ڦلي جمندي آهي، سا ڪاٺ جي ٻڪين ۽
هٿن سان ميڙي جمعن ۾ وجهي پوءِ ڪاري ٻوٽي سان
ڏئيدا آهن ته لوڻ تمام ٿورو گرندو آهي. لوڻ ڏئڻ
لاءِ ٻوٽي جي هڪ نديءَ ڪڙ سب ڪنهن ڪاڻ وٽ آهي،
جهونڪي ٻيلائين ”ڪٿياٽي“ انهي ڪٿياٽي لي لوڻ کي هڪ طرح

ڏئندا آهن ته جاهن مان مٽي ڌوڙ ميرو پاڻي وهي ويندو آهي ۽ باقي صفا لوڻ وڃي جاهن ۾ بچندو آهي. جيڪو بورو ٿي رهي ۽ لوڻ کيرو انگر کاڻي ته پوءِ وڃيو ڍڳن تي ڏڳه ڪن. هفتي کن ۾ لوڻ چڱيطرح سڪي رهندو آهي ۽ پوءِ سرڪار کانئس توري وٺندي آهي. اڳي لوڻ جي جوڙائي بابت لوڻارن کي هر هڪ مڻ لاءِ هڪ آنو ملندو هو، پر پوءِ آهستو آهستو ڪري سرڪار سندن اجورو ڏاڍو آهي ۽ هاڻ هڪڙي مڻ پنجن سين پئسا ملندا آهن. اڳي جيترو لوڻ ڪو جوڙيندو هو، اوترو سرڪار هن کان وٺندي هئي؛ مگر هاڻ هر هڪ لوڻاري کي سال ۾ رڳو ٻه هزار مڻ لوڻ جوڙڻ جي موڪل آهي. جملي ڇهه ست لک مڻ لوڻ هر ڪنهن سال ۾ ٺهي ٿو. لوڻ ٻن قسمن جو ٺهي ٿو: هڪڙو سفيد، ٻيو بلڪل سفيد. ٻنهي جي اگهه ۾ سرڪار مڻ پنجن رڳو هڪ پئسي جو تفاوت رکيو آهي، مگر واپاري تمام گهڻو تفاوت رکن ٿا.

لوڻ جوڙڻ لاءِ لوڻاري نه رڳو پنهنجو رت ست ڏين ٿا ۽ ڦوڙين قلفي جا عذاب سهن ٿا، پر هڪڙي ڪيترو خرچ به ڪرڻو پوي ٿو. برسات ۾ کوه پاڻي سان ڀرجي پون ته روزن تي همراهه رکي اهي سوري صفا ڪن. ڪنهن کوهه جو پاڻي ٻڪو ٿي ويندو آهي ته همراهن جي مدد سان اهو ڏيکو کوٽيندا آهن يا نئون کوهه کوٽيندا آهن؛ ڇاڪاڻ

ته جيڪڏهن ڪاري پاٽي يا شوري ۾ تيڪر گهٽي هوندي
ته لوڻ ۾ "سوڙا" پيدا ٿيندا، جي جيڪر جلاب ٿي لڳن.
برسات ڪانپوءِ پارين کي ۾ صفا ڪري، اُنهن ۾ پاڻيجو وهي
ڏمڪ هڻندا آهن. اهي ۽ ٻيا سنها سنها خرچ
لوڻارين کي ڪاٺين پنيان پنهنجا ڪرڻا پون ٿا،
جنهنڪري هنن کي اوڌر ٻاڙر جي گاهه بيگاهه ضرورت
ٿئي ٿي. برسات پوندي آهي ته ڪيترا ڏينهن لوڻ جڙڻ
جو ڪم بند ٿيندو آهي. اُنهيءَ موسم ۾ ڪي ويچارا
گهر ٽڙ جڏي ڪراچيءَ ۾ وڃي روزگار ڪن ۽ ڪي واڻين
کان قرض کڻي کائين. ڪي قرض لاهي نه سگهندا هئا
ته واڻيا هنن تي ضبطيون ڪرائيندا هئا. جنهن وقت
نيلاف اچي هنن جا ٽپڙ ٽاڙي ڪڍندا هئا، تنهن مهل سندن
زالن ۽ ٻارن جون اوڇنگارون پئي ۽ هنن کي زار زار رئندو
ڏسي پٿر جهڙيون دليون ۾ پاڻي ٿي پونديون هيون. اڄ
اهي ساڳيا لوڻاري اوڌر جي جماعت جوڙي ويٺا آهن!!
اڳي عام جي وٽن ابتري اوندهه هوندي هئي، جو بند رهين
بند رهين ڏينهن لوڻ جي جوڙائي جا پئسا سرڪار مان
ماڻدا هئن ته پنهنجو سٽ پيرا پيا گهٽيندا هئا ته پورا آهن، پانا!

---

لوڻ ڪاڻ = Salt works; ڪاڻ = A salt pan; پاري = A bed of a salt pan; پٽي يا ڦلي = Efflorescence (of salt); شورو = Brine; سوڙا = Magnesia.

هاڻا ڪو آپريٽو ڪريڊٽ سوسائٽي کولي اٿن تہ منجهن جڳي هوشياري ۽ چالاڪي پيدا ٿي آهي ۽ علم حاصل ڪرڻ جو چاهہ بہ منجهن جاڳيو آهي.

خوشي لوڪ کجور ۽ مڇي خوب کائيندا آهن. ڪنهن وقت مڪڙ ايندا آهن تہ راتيون جاڳي گوڻين جون، گوڻيون ڀري ايندا آهن ۽ پوءِ کي ڏينهن مڪڙ پيا کائيندا آهن. سنڌين زالون شاديون گهڻيون ڪن، مگر زالون توڙي مرد بہ ڏاڍا ڪشيل آهن. سنڌين ٻولي وڌيل ڪتيل پارسي آهي، جنهن ۾ ڪيترا سنڌي لفظ بہ آهن. ڪيترا خوشي سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن، پر ڳالهائڻ جو نقل اهو اٿن جو ڪنهن کان پڇو تہ "تنهنجو ڏاڏو ڪٿي؟" چوندو تہ "تنهنجو ڏاڏو ويو ڪراچيءَ." پيو چون تہ "ملام بيٺو آهي؛ صاحب ويٺي آهي." هي ماڻهو ذڪر ڪندا آهن، تنهنڪري "ذڪري" سڏبا آهن. امام مهدي جنهنجي ذالي چوندا آهن تہ نيٺ اوتار ڌاري ايندو، تنهن اچڻ واري امام جو ذڪر ڪري چون تہ "مهدي پيا" يعني امام مهدي اچ.

ماريپور جي انسپيڪٽر جو بنگلو توڙي ڪلارڪن جون جايون بلڪل کليل ۽ هوادار آهن. اُنهن جاين ۾ هوا اهڙي ٿي لڳي جو ڪمرا پيا اُڏامن ۽ سمنڊ جي ٿڌي ۽ مٺي هير ٿي پيئي ننڊ اچي. سنگت ما سڀي ماڇي

تہ ماريپور فرحتي هنڌ آهي. آب هوا بہ اهڙي سٺي، جو
جيڪي ڪاٿو سو ٿورو. سرڪاري ڪوهہ ماريپور کان
ميل کن پري پڌري وٽ آهي ۽ اُتان پمپ جي وسيلي
پاڻي ڇڪائجي اڪرڻ وٽ ٽانڪي ۾ اچي پوندو آهي،
جتان وري نل ۾ ايندو آهي. نل سرڪاري جاين جي
ويجهو آهي ۽ هر پاڻي ۾ ٿي سيڪڙو لوڻ آهي، تنهنڪري
پارو لڳي ٿو. اهو پارو پاڻي ڳوٺ جا رهاڪو پيئن ۽ رڌڻ
پچائڻ ۾ ڪم آڻين. ڪلارڪ بہ سنان پاڻي لاءِ اهو ڪم
آڻين، باقي سندن پيئڻ لاءِ مٺو پاڻي ڪراچيءَ مان ايندو
آهي. ڪراچيءَ مان مٺي پاڻي جي نل ڇڪائڻ جي بہ هاڻ
تياري آهي. روز سرڪاري پٽيوالو ٽپال کڻي ڪراچيءَ
ويندو آهي ۽ شام جو ٽپال وٺي موٽي ايندو آهي. هڪڙو ڏر
ماڻهو ٽپوڻ نالي آڻڻ لاءِ اٿن، جنهنڪري سڀ اُتي سکيا سنهنجا
ويٺا آهن. گهڻو ڪري ڪلارڪ پارن ٻچن سان اُتي رهن
ٿا، جوڪو سنڌو نوڪر هن پاسي خوش ٿي ڪين ايندو آهي.
جڏهن نوڪرن جا سور سڀئي ڪي سمجهندا هوندا. هڪڙو
نوڪر ڪاڇيٽي ۾ هميشه گهٽ لوڻ وجهندو هو. ڪنهن
ڪلارڪ جيئن تہ جيڪڏهن ڪاري ڪاڇيٽي رڌين تہ پوءِ
جيڪر نوڪي ڏوهہ ڪو نہ ڏجي، جو جيڪر سڀڪو جوي
تہ گهڻو لوڻ ڏسي پاڻو آهين؛ پر هٿي لوڻ ڪارڻ هوندي تون
ڪي ڪاڇيٽي ڪيئن ٿو ڏرين؟ نوڪر مڙي جهڙو ماڻهو هو،

تنهن جيو تہ سائين، آءٌ لوڻ تہ گهٽوئي ٿو وجهان، پر ڪا ڇٽي اڇا اهڙي جي اهڙي !!!

ماريپور ۾ واڻڻ جو هٽ آهي، پر هنڪي لوڻ وڪڻڻ جي موڪل نہ آهي. ماريپور ۾ لوڻ ڪاڻ هوندي سڀيئي ڪراچيءَ مان لوڻ گهرائين! جيڪي اوناري لوڻ جوڙين، تن کي بہ اختياري نہ آهي، جو پنهنجي ڪاڏي لاءِ پنهنجن هٿن جو جوڙيل لوڻ ڪٽي وڃن !!!

ماريپور جي پريان اُترا ولهہ طرف لعل بکر جو ڳوٺ آهي ۽ اُتان ڪيپ مانز يعني راس المعاري سڏائي آهي. ماريپور جي سر اُتر ڏي پٻ جبان جون قطارون جڳو لڳو لڳايو بيٺيون آهن. اُنهي پاسي ڪان جيڪي ماڻهو ماريپور ڏي ايندا آهن، سي چوندا آهن تہ وات تي جبلن ۾ سسئيءَ جي قبر آهي. هڪ ڏند ڪٿا بہ ڪندا آهن تہ سسئيءَ جي قبر تي اڳي جيڪو رهگذر وڃي رات رهندو هو، تنهنکي بہ مانيون ۽ کير جو وٽو ازغيبي ملندو هو. ڪنهن واٽهڙوءَ کي ڪِنڊ پيئي، سو اُن ڪنهنجي جو وٽو ڪٽي ويو. اُنهيءَ ڪانپوءِ ڪنهن جي وٽي ۾ رهگذرن کي کير ملندو هو، تنهنڪري پهاڪو آهي تہ "پاڻ ماڪٽي، ڪڙو، ڪراهي گهٽن کي!" ڪِ لڳو اُهو ڪنهن جو وٽو بہ ڪو ڪٽي ويو تہ کير ۽ مانين اچڻ جو دستور بند ٿي ويو، جنهنڪري پهاڪو آهي تہ "وٽو ڪٽي هڪڙو، وات وڃائي سڀني جي."

ماربور جي آسپاس ٻوھرجا ڍڍ گهڻا آهن ۽ برسات کانپوءِ اُتي ليار، مُنگا، کڏيون، ڪاوريون ۽ جهنگ جو مريرو گهڻو ٿئي ٿو. جون ١٩٠٢ ۾ سخت طوفان لڳڻ ۽ سمنڊ اُٿلڻ سبب جڏهن لوڻ ڪاڻ سڄي ٻڏي ويئي هئي، تڏهن ڪيترا ڏينهن مونکي ٻاڻ جهنگ جو مريرو ڪاٽڻو پيو هو. نوڪر ۾ ڪونه هو ۽ رستا ۾ برسات ۽ سمنڊ جي اُٿل سبب ٻڏل هئا، تنهنڪري شيءِ شڪل گهرائڻ جي تڪليف ٿيندي هئي ۽ اِهي ڳالهيون هيٺئين غزل ۾ ظاهر ڪيون هيم:

## غزل

هاءِ ارمان حال منهنجي واءِ ارمان هاءِ هاءِ
هوش حيران آھ سيوئي حال ويران هاءِ هاءِ
ڪاڻ ساري ٻس ٿيڙي نا ڏرو ڪو لوڻ جو
يار ويڙا ڏار ٿيڙا آءُ جاٻان هاءِ هاءِ
ڏينهن ٻهرين هو ته مون کي ڪوه تيوڻ ڪونه ڪو
پيمت ٻاڙيو مون ته ڪائي خوب خُرما هاءِ هاءِ
رات جو ٻوءِ ڏيگڙيءَ ۾ ڪاري ڪچڻي مون رڌي
وات ۾ جو مان وجهان تا زهر زاٻان هاءِ هاءِ

---

يار ويڙا = ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ٿوري وقت لاءِ سرڪار لوڻ جا ڊيپو کولايا هئا ۽ ڪي ڪلارڪ اوڏانهن موڪليا هئائون. جاٻان = سڄ. خرما = ڪارڪون.

آهم ڪم جي ڏڪ ڏڪان ڏڪ ڏڪان پيٽ لاءِ
تيل ها ريان ٻاهر ٻار رئان، ٻاڻ ما ريان، هاءِ هاءِ
نا ٻواري نا ٽپالي آٽي تيوڻ ڪو ڏئي
مون مريو جهنگ جو ۽ دال داڻا هاءِ هاءِ
حال پنهنجي تي غريبا ڪاٻ ارمان نا گهٽو
جا ڪبو من سور جو ڪو نام درمان هاءِ هاءِ

## منگهو پير

ڪراچيءَ ۾ اچي جنهن منگهو پير نه ڏٺو، تنهن ڄڻبو ته ڪراچي ڪانه ڏٺي. منگهو پير ڪڏهين نه ڏسجي، پر برساتين کان پوءِ هيڪاري موج تي لڳي. اڳي اُتي ته ڇڪڙن ۾ وڃبو هو، مگر هاڻ موٽر ۽ موٽربس جي ڪري هيڪاري سهنجو ٿيو آهي. ڪراچيءَ کان پنڌ رڳو پنجهه ڪوهه آهي ۽ ڪي جوان پيادا به ويندا آهن. هڪ لڱا اسان جو به اوڏانهن وڃڻ ٿيو.

منگهي پير جي درگاهه ۽ ڪوسي پاڻيءَ جي ڪشمين جي وجهه ميل ڪن پنڌ آهي. درگاهه تي پهچڻ کان اڳهه هڪ تلاءُ ۾ واگهو ڏٺاسين. واگهو ڏسڻ ۾ ڳرا آهن ۽ لوٽ ٿيا پيا آهن، پر گوشت اُڇلين ته ڏس ڪيئن ٽاڪڙا ٽڙا ٿي وڏا وات ڦاڙين. واگهن جا مزا ڏسي پوءِ درگاهه ڏي وياسين، جا ٽڪريءَ تي جڙيل آهي. اڳيان ڪنڌيءَ جهه، دڻ ۾

درمان = علاج.

گوڙيون لڳيون پيون آهن. ماڻهو پارن جي جهڊ لهرائي
انهن گوڙين ۾ وار وجهندا آهن. درگاهه جي عمارت ۾
ڪو اهڙو ڪاريگريءَ جو ڪم ڏيکاريل ڪونهي، مگر صفا ۽
سهڻي آهي، ۽ جنهن ٽڪريءَ تي بيٺي آهي، تنهن جو سينگار
آهي. درگاهه مان تي اسين مسافرخاني ۾ وياسين.
ڪجهه وقت ساهي کڻي رڌڻ پچائڻ جو ڪم چالو ڪرائي
پوءِ نرسنسي انگوچا ۽ ٽوال کڻي هلياسين ڪشتين ڏي.
ڪوسي پاڻيءَ جي ڪشتيءَ جي گرمائش ١٣٣ ڊگريون آهي،
تنهنڪري پهريائين هٿ وجهبو ته ڪو ساڻ سهي ڪين
سگهبي، پر پوءِ سهائي سهائي سنان ڪبو آهي ته گهڻي فرحت
ايندي آهي. انهي پاڻيءَ ۾ گهڻو وقت سنان ڪرڻ
ڪري مٿو ڦرندو آهي، مگر اسان مغز کي طراوت ڏيڻ لاءِ
حلوي جون دٻيون ساڻ آنديون هيون. حلوي جي
چڪي ڪائي ڏي تبي ته پاڻ ۽ ته حلوو ڪاڏوئي ڪونه.
انهيءَ ڪشتيءَ مان سنان ڪري وري بيءَ ننهن سوڙي
پاڻيءَ جي ڪشتيءَ ۾ گهڙياسين. هتي به سنان ڪرڻ ۾
ڏاڍي فرحت اچي ٿي. من پاڻيءَ ۾ گندرف اصل ڪونهي،
تنهنڪري اهو ڌاري پيئڻ جي ڪتب آڻيندا آهن. ڪي
اهو پاڻي گهڻي انداز ۾ پيئندا آهن ته جهري ۽ مثاني جي
سستي گهٽجي ويندي آهي ۽ انهن ۾ تازائي ٿيندي آهي.
ڪوسي پاڻيءَ جي ڪشتين ۾ ڦٽن ڦرڙين ۽ خارش ۽ ڏڏ

وارا سنان ڪندا آهن، پر گهڻو فائدو لڪيءَ جي چشمن ۾ سنان ڪرڻ مان ٿي سگهي ٿو.

اسين سنان پاڻي ڪري موٽي مسافرخاني ۾ آياسين. ماني اڃا تيار ڪا نه هئي، تنهنڪري ٻاهر ويهي آسپاس جو لقاءُ پئي ڏسوسين. ڪنهن وقت سامهون سڌ پٽ تي ٻه قبرون پيل ڏسي اوڏانهن وياسين. هڪ مان وڏي تربت بروهي قوم جي وڏيري ميان سردار خان جي آهي، جو جوڻ ٽاڪر جوکين سان جنگ ڪندي مارجي ويو هو. اُنهيءَ تربت تي قرآن شريف جون ڪي آيتون لکيل آهن ۽ مٿس ٣١٩١ انگ لکيل آهي، جنهن مان سمجهجي ٿو ته اهو سردار سمن جي راڄ ۾ سنه ١٢٠٠ ڌاري ۾ ٿي گذريو آهي. اهي بروهي قوم وارا نومڙين جي ذات مان آهن ۽ لس ٻيلي ۽ ڪوهستان پاسي هڪ وڏي زبردست قوم ليکجن ٿا. اهي قبرون ڏسي پوءِ مسافرخاني ۾ موٽي آياسين ۽ ماني کائي لت ڪوڙي سمهي پياسين.

شام جا چار لڳا ته وڃي ٽڪرن تي چڙهياسين، جتان منگهو پير هڪ نهايت ننڍڙا ڳوٺ جهڙو ڏيکاري ٿي ڏنو. ٽڪرن جي هيٺ پاسي ماڙي آهي ۽ اُنهيءَ ميدانهين پٽ کان ٽڪرين سميت اٽڪل سؤ فوٽ مٿي آهن. اُنهيءَ ماڙيءَ ۾ ڏاڍي ايڪانت آهي ۽ اها ماڙي راسيلاس واري ماڙيءَ جي يادگيري ڏياري ٿي. اسين پوءِ

گهمندا ڦرندا ڪوڙهين جو آشرم ڏسڻ وياسون، جو اسان جي برم متر ساڌو هيراننڊ جي ٺاهي ڇڏيل سنڌ جي ٿو. واڳڻي جي دڪان تي ڏٺوسين ته هن شهر سان گڏ شراب ۽ وڪري لاءِ موجود هو. ٿوري هنڌ ۾ ماڻهو شراب جي بچر نه ٿا چڙهن !

منگهي پير تي ڪيترين گهٽيون آهن ۽ اونهاري ۾ ماڻهو ڪارڪن جا ڏيهه ڪندا آهن. هتي فقير گهڻا آهن؛ هر درگاهن تي فقير هوندا آهن ۽ زيارتين ڪي ويڙهي ويندا آهن. منگهي پير جا چشما ۽ امي ڪيترين جا وڻ قلندر شهباز ۽ سنڌس يارن جي ڪرامت سان پيدا ٿيل چوڻ ۾ اچن ٿا. منگهي پير تي جنهن هنڌ مور بادشاه ( وڏو واگهو ) آهي اتي هڪ وڏي شاهي جيب رکيل آهي، جنهنجو هڪ پاڳو حيدرآباد ۾ قلعي واري چاڙهيءَ جي هيٺان آهي. اها ڳالهه حيدرآباد جي ذڪر ڪندي ڏبي.

# ريل جو رستو

## ٻرگر روڊ، ملير ۽ لانڍي

ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين خشڪيءَ جي رستي وڃڻ لاءِ وڏي شاهي وات آهي، جتان اڳي ماڻهو ايندا ويندا هئا. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ ٻه ٽي سال

ماڻهو انهي رستي کان ايندا هئا ۽ مال جي آمدني ۽ روانگي اڪثر پيڙين جي رستي ٿيندي هئي ۽ ڊگهيون اچي گذري وڃڻ ۾ پهچنديون هيون. ريل جي رستي کولڻ جو آرنڀ ڄڳي ڌام ڌوم سان ٢٩ اپريل ١٨٥٨ع تي ٿيو ۽ ١٣ مئي ١٨٦١ع کان وٺي ڪراچي ۽ ڪوٽڙي جي وچ ۾ ريل گاڏي هلڻ شروع ٿي. اهو سمورو پنڌ ٽيونجاهه ڪوهه ٿيندو، پر سڄي رستي تي ڪو ديدارو شهر ڪونهي. ڪراچي جو شهر ۽ صدر گڏيا پيا آهن. صدر اسٽيشن وٽان ريلوي گودي هڪ پاسي ۽ ٻيا ننڍا ڏار جا پمپو ٻئي پاسي آهن، جي ڏيان ڇڪين ٿا.

ڊرگ روڊ تي اڳي سڄ پٽي واڪا ڪيا، مگر هاڻ اوڏانهين جايون جڙيون آهن. اتي هوائي جهازن جي ڪئمپ آهي، جا مالڪي وارن جي اجازت سان ڏسي سگهجي ٿي. گودي ۾ ٺهيا لڳيا هوائي جهاز موجود آهن ۽ هر هڪ پرزي لاءِ جدا ڪارخانو آهي. اڪثر پوربي ماڻهو اتي ڪم ڪن ٿا ۽ باقي ڪاٺ چيرڻ ۽ لسي ڪرڻ لاءِ ٿورا پنجابي واڍا آهن. ڪاٺ چيرڻ ۽ لسي ڪرڻ جو ڪم بلڪل عمدو ۽ نهايت صفائي سان ٿئي ٿو:

ملير جي اسٽيشن تي اڳي خيرو سان هئي ڪانه. ملير جا ماڻهو لانڍي اسٽيشن تي لهندا هئا جو پٽي گوٺ گڏيا

پيا آهن ۽ وڇان رڳو ملير ندي جي پل آهي. ٻنهي ڳوٺن جي اُترين پاسي باغ ئي باغ آهن ۽ لانڍي ۾ کيت آهي. ملير مان کير ۽ ڀاڄيون ڪيتري انداز ۾ ڪراچيءَ ۾ اچن ٿيون، ٿڌن ڳالهه جو ڪنهن کي سماءُ اهڙو مٺو جي ته ڪراچيءَ ۾ ٻوڙين صباحه جو رتن تلاءُ وٽ ٻنهي رنگ ڏسي. ايترا اُٺ لڏ جي ڏا اچن، جن جو ڪاٿو ڪونهي. ملير جو پاسو ماڻ جڳو وسي ويو آهي. ڪيترن ماڻهن انهي پاسي ٻنت وٺي ڇڏيا آهن ۽ ڪن ته چڱيون خاصيون جايون جوڙائي ڇڏيون آهن. ملير جي پريان سرڪاري ڪوهه آهن، جن جي پاڻيءَ تي ڪراچي، ڪانٽن، منهوڙي ۽ ماريپور جو مدار آهي. ڪوهن وٽ ٽيليفون به آهي، جا ڪراچي ميونسپل آفيس سان ڳنڍيل آهي. ڪوهن جي پريان هڪ مقام آهي. ڳالهه ٿا ڪن ته ملير ۾ اڳي مَلڪ رهندو هو. هنڌ جي صاحبيءَ ۾ جبل جا ماڻهو اچي ملير ۾ ڦرلٽ ڪندا هئا. هڪ لڳا ماڪ جي ماڻهن جا ڪيو جو زالون، ٻار ۽ قيمتي مال نئي ۾ جڏهن ٻاڻ هٿيار ٻڌو هار ڪٿي اچي ملير ۾ رهيا. ڪنهن وقت ڏاڙيلا آيا ته هي جوان، سامهون ٿيو، پر مار جي ويا. هن ٻنهي جي ديس لاءِ ٻنهي جي جان ڏني، تنهڪري سندن ياد ڳيرڻ لاءِ هي هنڌ ۽ مقام ٺهيو آهي.

لانڍي شڪستن جي پرسان لانڍيءَ جو ڳوٺ آهي. اُتي ڪنهن جي هنڌان پير جمر شاهه جي تربت آهي، جنهن سال

ٻسال ميلو لڳندو آهي. اڪثر مڪراني ماڻهو اُنهي ميلي تي وڃي ڪنا ٽيندا آهن. ٻرهان جاماڻين جو ڳوٺ آهي ۽ اُتي جا ماڻهو لانڍيءَ مان سيڌو ٻاڏو وڃندا آهن.

لانڍي اسٽيشن وٽان ٽڪريءَ تي چڙهي ريتيءَ وڃبو آهي. ٻيو گهڻو ڪونهي، ٻاقي موج واهه جي آهي. سمنڊ جو پاڻي ٻيو ڇوليون ڇڏي ۽ ٻيڙيون سڙهه سڄوان لاڙ نوان وڃيو سير لاءِ ٻيون سڏ ڪن. هتي سمنڊ جي ڪناري تي ستڻڙن جا ڍير لڳا پيا آهن، جو سمنڊ مان سپون ڪيڏي اُنهن مان هتي موتي ڪڍندا آهن. سمنڊ مان موتين ڪڍڻ جو مقاطعو ڪسٽم کاتي وارا ڏيندا آهن.

ريتيءَ کان ٿورو ئي پريرو وڃبو ته پاڻيءَ جو چشمو نظر ايندو. منگهي پير جو پاڻي مها گرم آهي، مگر هي شير گرم آهي. چون ٿا ته آڳاٽي سندي ۸ ڪو درويش هتي آيو هو ۽ پاڻيءَ جي هتي آڻاٽ ڏسي پنهنجي لٺ جي ڪنڊ ريءَ جمل تي هنيائين ته ڏرڙ ٿي پيو ۽ اهو ڪوسو پاڻي وهڻ لڳو! ڪي وري چون ته اهو ڏرڙ سڌو منگهي پير تائين هليو ٿو وڃي ۽ اُتي جو پاڻي هتي اچي ٿو. ڪي ائين ٻه چوندا آهن ته منگهي پير دارو مور پادشاهه ( وڏو واڳهو ) سمنڊ مان نڪري اُنهي ڏرڙ مان لنگهي منگهي پير ڏي ويو هو. اُنهي ندرتي پاڻي وهڻ ڪري اُتي جهگي ساوڪ ٿي آهي، جنهن ۾ مال ٻيو چرندو. ريتيءَ کان ڪيٽي ٻندر ڏي ٻيڙيون عام جام وينديون آهن.

## پشاور

دابيجي شٽيشن تي ھڪڙا اُھي لھندا آھن، جن کي
ميرپور ساڪري ۽ ڪيٽي بندر طرف وڃڻو ھوندو آھي ؛
پيا اُھي لھندا آھن، جن کي شڪار ڪرڻو ھوندو آھي ؛
اُھي اڪثر تلور جو شڪار ڪندا آھن. تلور پکي جانئي
جي پوک يا ٻوٽن تي ڏسڻ ۾ ويندو آھي. ھن پاسي اونا
آھن، تنھنڪري تلوريون اُتي آھن. پرمون کي نڪا
ساڪري جي سڪ ھئي، نڪو شڪار جو شوق ھو ؛ آءٌ
وڃڻ ئي پئي خيال تي دابيجي شٽيشن تي لٿس. مون
سان ٻه جڻا پيا به ھئا. شٽيشن تي لھڻ سان اُن تي غاشا
وڃائي لانگ ورائي چڙھياسون ۽ سڌو سنئين جي
ساڙيھ (وطن) ڏانھن رخ رکيوسين. وات تي
ڪٿي ٽڪرائتو پٽ ھو ۽ ڪٿي ڪلرائي زمين
ھئي؛ پر جنھن آڳاٽي آستان ڏسڻ لاءِ وياسين
تي، تنھنجي ديدار جي چاھ وڃان اسان لاءِ
ڳالھيون گھڻو خيال ۾ ڪونہ آنديون. ڪجھہ پند
ڪرڻ کان پوءِ ھڪ ٽلاءُ جي ڪناري تي ھڪ پٿرائين
جاءِ نظر آئي. اھو واٽين جو مڪان آھي ۽ "ڏينر"
ڪري ڪوٺيندا اٿس. اُتي ھر سال ٻڌي مھني جي چوڏھين
تاريخ واٽيا اچي ڪٺا ٿين ۽ پارن جي جھنڊ

لهرائين ٿا. ڏيٺر ڪان اڳهرڊ تورا قلعا تلاء ۽ اونداها کوهه ۽ آهن، جن بابت اُتي جي هڪ مسلمان چيو ته "اهي ڪافرن جي وارڻ جا آهن" يعني اُنهي وقت جا آهن، جنهن وقت ۾ هندو راجائون هتي راڄ ڪندا هئا. اهڙي طرح وات تي ڪو ڳڏيو ٿي ته اُن ڪان هن پاسي جي ٿوري گهٽي خبرچار پڇي سهن ٿي. جملي اڍائي ڪوهه ڪن پنڌ ڪيو سون ته آيو ڀنڀور.

ڀنڀور جو شهر جو سنڌ جي هاڪارن ڀنڊرن مان هڪڙو هو ۽ جنهن ۾ ڀنڀور راءِ ڏالي راجا ڄمل ۽ ٻومان سان حڪومت تيءَ هلائي، سو اڄ اُجاڙ ٿيو پيو آهي! راجا ۽ وزيرن جي رهڻ لاءِ عاليشان عمارتون ۽ ڀنڀور جو سهڻو قلعو جنهنکي ڏاهو ڪانل هئا ۽ من موهيندڙ مندر جنهنجو ذڪر آڳاٽن تواريخ نويسن ڪيو آهي، سي سڀ مڪان ڊڍا هڪ ٽڪرئي تي ڍڳ ٿيا پيا آهن!! ويهه پنجويهه سال اڳي ڍڳل قلعي ۽ اُن جي ڀل ۽ ٽورين ۽ ڪ سرين پٿرين جا نشان چٽائي جٽا تي ڏسڻ ۾ آيا، مگر اڄ رڳو ڪنهن جي هڪ ڍڳل نهائين جا نشان ظاهر آهن ۽ باقي پيو ته رڳو سروٽن ۽ جنبوٽن جو ڍير لڳو پيو آهي.

هتان اڳي ڪيترا آڳاٽا سڪا لڌا اٿن ۽ هاڻ به چون ٿا ته جڏهين برساتيون خوب پونديون آهن، تڏهين بعضي بعضي هڪ ٻه جهونو سڪو پڌرو ٿي پهندو آهي.

سنڌ جي تواريخ ۾ سڀني پڙهيو هوندو ته سنه ٧١١ع
۾ محمد قاسم سنڌ ۾ اچڻ سان پهريائين پهريائين ديبل
(ديبل) بندر فتح ڪيو هو. ڪي چون ٿا ته پير پٺو جو
ٺٽي کان ڇهه ڪوهه پري آهي، سو ديبل بندر هو. ڪن جو
وري چوڻ آهي ته هي ڀنڀور جو شهر ديبل بندر هو. هتي قلعي
جي اندر هڪ ڪارو مندر هو، جنهن کي مسلمان تاريخ
نويس "ديبل" سڏيو آهي ۽ شهر کي "ديبل بندر" ڪوٺيو
اٿن. هن وقت هن ويران پٽ ۾ اهڙي ڪا پير
ڪانهي، جا پنهنجن وڏن کان ٻڌل ڳالهه ٻڌائي،
جنهن مان ٿورو ڪي گهڻو پتو هن شهر بابت پئجي سگهي.
ايترو ته اڄ به ظاهر آهي ته هي پٽ بالڪل سٺائي هنڌ آهي.
ڪراچيءَ وارو سمنڊ هن پاسي اڄتائين ڇوليون هڻي سڄا پٽ
پيو پسائي. ننڍيون ٻيڙيون اڄتائين گذري بندر کان گهاري
جي ڪارٽ تائين اچن وڃن ٿيون ۽ منهوڙي جي ڦرندڙ ٻيٽي
جو ڏهو به هن پاسي پيو پوي. هي اڳي وڏو بندر هو، تنهن
۾ ذرو به شڪ ڪونهي؛ باقي ديبل بندر هي هو يا ٻيو هو،
سو چئي نٿو سگهجي.

هي اُهو ساڳيو ڀنڀور آهي، جنهن ۾ هاڪاري سسئي
محمد ڪتيءَ جي گهر نپني هئي ۽ پنهون ڄام سان پرڻي
هئي. هن ويرانيءَ جي اُتر طرف هڪ وڏو تلاءُ آهي،
جو هندو راجائن جي وقت جو آهي. هي اُهو تلاءُ آهي

جا جهڙن ۾ اڳي ڏوهي ڪهڙا ڏيندا هئا؟ سڀئي جهڙن
صندوق ۾ لڙهندي آئي هئي، سا محمد ڪنهن کي ڪهڙي
هنڌ ڏسڻ ۾ آئي هئي؟ ڪير جوڳي ته اڳي ڪهڙيون
حالتون هيون ۽ سنڌو ندي ڪٿان وهندي هئي. سڀ
حالتون ڦري ويون آهن ۽ ٻاڻي ايترو اڄ ۾ سمجهي
سگهجي، ته هي شهر ڪو تمام وڏو ڪونه هو، جو ته ايتري
زمين ئي ڪانهي، ٻاقي عمدو بندر هو، تنهنڪري تواريخن
نائين سنڌس نالو آيو آهي. ديبل هاڪارو بندر جنهن مان ڄام
ٻنهون ان خريد ڪرڻ آيو هو، تنهنجا هيڙا حال ڪيئن ٿيا؟
سنڌ جي تواريخ (تحفة الكرام) ۾ چاٺايل آهي ته
دلوراءِ جي نگري سان گڏ هي شهر ڊهي ڊٺي ڪري ناس
ٿي ويو. عجب ڪونهي جيڪڏهن لرزش لوڏيو هوندس،
۽ پوءِ سنڌ جي ٻاڻي هيڪاري صفائي ڪري ڇڏي
هونديس. هتي جا ماڻهو عامر طرح ائين نا چون ته ٻنهون ۽
ڪي چڏ هيو، سنڌس ٻائر جهورڻ جا ڏهي ويا، نڏ هين سڀئي
سڀيا ڪئي هن شهر کي تپي ٻارا تو ڏنو هو، جنهنڪري هي شهر
ناس ٿي ويو! سچ آهي ته ڪنهنجي آهه نه ڪٽجي، جو آها
جلائي ٿي ۽ سدائين آسوس ڪٽجي، جو آها اڏي ٿي ۽ ٻر سڀئي
ڏهڙي سامهيني ٻهون ٻارا تا وسايا هوندا، سا ڳالهه آءُ نه
وسهندس. سڀئي سان ٻرابر سلوڪ ٿيو هو ۽ اڏر ڇاڻندي
جهڪڏ هيل ڪو نه ٻارا تو واسطه مان ڪنهن ٻانهن ٿي ته اهو

بہ اهڙو جهڙو هڪ شاعر سندس واتان چوايو آهي تہ :—

پنهون پاراتو ڏيان ۽ ٻئي هٿ کڻي

جڙيو جنهن جهان ۾ ٻيو ڏيندي رزق ڏڻي.

هن وقت ڏسو تہ ٻڌڻ لاءِ بہ دعا جا لفظ ڪٿا! هي آدرش استري رواجي زالن وانگر ٻڌون ۽ ٻارا تا وسائيندي ۽ پنهنجي ديش جي ٻڌي ڀاڙ ڪٽيندي، سا ڳالهہ آءٌ جيڪر ڪڏهين بہ اعتبار ۾ ڪين آڻيان. هن شهر کي ٻڌون ڪنهن ڪيرايو آهي تہ اها اعتبار ۾ آڻڻ جهڙي ڳالهہ آهي. اي ڀنڀور جا شهر، جيڪڏهين زماني توسان وفائي نہ ڪئي آهي ۽ چرخ ستمگر تنهنجون عاليشان عمارتون ڪيرائي توکي هيٺ زمين داخل ڪيو آهي، تہ بہ تون ارمان نہ ڪاءِ. سسئي ستياڻي جي ڪري اڄ بہ تنهنجو مهت مٿي آهي ۽ تنهنجي مٽي بہ ٻيٽي مان لهي. اڄ اسين تنهنجي سلامتي آيا آهيون ۽ اسان ڪانئو بہ سوين اچي تنهنجا سلامي ٿيندا ۽ توکي ڏسي اها آهلاڪا ڌاريندا، جا ڀنڀون ۽ ڀاري لاءِ سدوري سسئي ڌاري هئي :

ڏٺيو سڀ ڀنڀور جو ٻڌئي هوت نہ هليو،

شهر سڃاتو ڪينڪي آرياڻي اتور،

ماڻيو تنهين مور، ڏٺيو جنهين دل سين. (شاعر)

منهنجو هڪ ٻروتوان جو مونکا نبوءِ انهي ٻاسي گهمڻ ويو هو، تنهنکي ونيءَ جي گوٺ جي هڪ واهي هن شهر جي

ناہود ٿيڻ جي ڳالھ اِي اِي سڻائي. واھي جيئن ته ٻنھون ۾
لاءِ سستي ڏونگر ڏورڻ وينٺي، تنھنڪان ڳچھ ڳچھ ہوءِ ہ
ھي شھر ہلي ہلي ھو. ھتي ھڪ ھندو راجا راج ڪندو
ھو، تنھنکي اھا وٺ ھٺي جو ھر روز ہنھنجي رعيت مان
ھڪ مسلمان کھائي اُنجي رت تي ڏنڊ ڪندو ھو.
(جونئا تہ اھڙي حالت اڳي ڪڪڙ تعلقي ہر ہہ ھئي.)
اھا روئداد ڳچھ ڏينھن ھلي. ھڪ لڳا ڪنھن رن زال
جي ھڪڙينئي سڪيلڌي پٽ جي خون ٿيڻ جو وارو آيو.
ويچاري مائي گھٽوئي ہاڏايو ہاڪاريو ۽ ھن ڪئور راجا
کي آزيون نيازيون ڪيائين، پر ھن مادئمھري کي تہ
جيترو بہ ترس ڪونہ پيو. آخر مائي جو پٽ ھن تھار جي
حڪم سان ڪسجي ويو ۽ ھن مليرجي ملڪ کي وجي
دانھن ڏني. مليرجو ملڪ ھئي ھولناڪ خبرپڌي پئيو ر
تي ڪاھي آيو راجا وجي تھاني ہر لڪو، پر ملڪ آخر
ڳولي لڌس ۽ سسي لٿي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائينس.
وتيائجي جو واھي جوئي تہ سسئي کانپوءِ ھتي اھڙا نھر جا
ڪرتيا، تنھنڪري ھي شھر اُجاڙتي ويو!
ہنيور کان ڏورو ہرہرو ہر ويجھڙي ڄڪ ہ اُتر ڪند تي
ھڪ ڳول دڪي تي ٻہر جون ٽي ۽ گھيون قبيون ھڪ
ہئي سان لاڳيتيون اُہيون آھن. اھي ٽن مائن جا يادگار
آھن ۽ اُنھنجا مرد ماڙھو گمبول، مئو گمبول ۽ مغل کيرہہ اُتي

دفن ٿيل آهن. چون ٿا ته هڪ لڱا هاڙهي ۽ هن جو مال کي نوهڙيا چورائي ويا. هنن گهول مڙسي ڪري چورن جي ڪڍ ورتو ۽ هنن کان پنهنجو مال ڇڏائي موٽيو پئي ته وات تي هاڙهو گڏيس، جنهن چيس ته مونکي به پنهنجو مال چورن کان ڇڏائي ڏي. هن ٻوءِ هاڙهي سان گڏجي وري چورن جي پٺيان ويو ته چورن پريان ئي چيس ته هاڙ مٿي مارائي ڪانسواءِ مال نه ڏيندا سون. هن ٻنهي جوڌن ٻوءِ چورن سان چڪري ڪا ڏي. هن ڳالهه جي دخل ڪيئي کي خبر ملي. هو وناهيو ويندو هو، پر انهيءَ ڳالهه جو سانگو نه ڪري هي پر لائن اڏو پنهنجن سنگتين سان وڃي پهتو ٿيو. آخر چورن سان جنگ جو ٿيندي هي ٽيئي ڪوندر ڪسجي ويا ۽ هنن قبين ۾ سندن زالون آهن، جن کي عام طرح "مايون" سڏيندا آهن.

پنهور ۽ گهاڙي جي نزديڪ ڪبير جا پَٽَ ۾ آهن. چون ٿا ته ڪبير ڀڳت سنڌ ۾ آيو هو ۽ ڪي ڏينهن هتي آستانو هوس. ڪبير ڀڳت برابر سنڌ ۾ آيو هو يا نه، سو چئي نٿو سگهجي، باقي اها ڳالهه آهي ته ڪيترا ڪوري ڪنهن زماني ۾ هن پاسي رهندا هئا. ڪبير ڀڳت ڪوري هو ۽ ٺٽي جي ڪورين کي هنلاءِ ايتري تعظيم آهي، جو ڪبير ڀڳت جو آستانو ٺٽي ۾ اچڻائين آهي ۽ ڪبير ڀڳت جي پٽ ڪمال ڀڳت جو ميلو هر سال ٺٽي ۾ وڏي ڌام ڌوم سان لڳندو آهي.

## ميرپور ساڪرو

ميرپور بٺڻي ۽ گهاڙو گهڻي پوءِ سڏو رستو ساڪري جو ورتوسين. وات تي ڪيٽي هندوءَ جو ڳوٺ آيو، جتي واٽهڙن کي ماڻڻ پيارڻ جو بندوبست رکيل هو. ڳالهه ڪيائون ته ڪيٽي هندوءَ جو وڏيئن کان اهو نيم هوندو هو ته جيڪو مسافر هتان لنگهندو هو، تنهنکي ڪارائي پياري خوش ڪري پوءِ اماڻيندو هو. انهيءَ مهمان نوازيءَ جو جوان ته اهو پرتو ڏنو سون جو ڪيٽي جو فصل ڪڏهين ڪين ڪاپارڻيو. ڪنهن سال ڪنهنجي پوکر ٿي نه ٿئي جهڙي، پر ڪيٽي جي پڻي سدائين آباد ۽ فصل هميشه پلو! بيشڪ ڏٺي اهڙو ئي آهي. "پوکر ڪٺو ته مليئي گهٺو".

ساڪرو هوڄارو شهر آهي. منجهس اٽڪل سترهن سو آدم رهي ٿو. آنب هتي جام ٿا ٿين، جي ڪراچيءَ ۾ به وڪري لاءِ اچن ٿا. ساڪري جو گيهه به ڪراچي توڙي حيدرآباد ۾ وڪامندو آهي. ساڪري ۾ اسان کي ڄيائون ته هتي ڏائڻيون ٿينديون آهن. اسين تي چار ڏينهن ساندهه اتي رهياسون، پر اسان کي ڪنهن ڏائڻ ڏيکاري ڪا نه ڏني.

ميرپور ساڪري تعلقي جي ڳوٺ وليجي ۾ به باغات جڳهن آهي. ڪُڪراند ۾ فراسيون لهنديون آهن. ڳوٺ غلام الله، پهاران، باهران ۽ گهجو، تن ۾ تڏا، پهاريون ۽ وجتا

ڀڃندا آهن، جي دانهيءَ شاهيشن تي گهڻي رکيل ڏٺا ويندا، جو اُهي نيڪال لاءِ ٻاهر موڪليندا آهن.

ساڪري کان ڏکڻ ڪوهه ٻري اُتر اُڀرندي طرف شيخ حاجي تراب عليءَ جي تربت آهي، جا ڳچي جي ڳوٺ کان ڪوهه کن ڏکڻ تي آهي ته ٻه ٻڙيان ٻيٺي ڏسجي. شيخ تراب علي بغداد جي خليفي جي يارن سنڌ جو نواب هو ۽ هنجي اِها تربت ننڍي ٽڪليءَ جي ٽڪريءَ تي آهي. هنکي ڳچي وارو پير ڪري سڏيندا آهن. جون ته ته ظاهري حڪومت تي ڪيا ئين، پر دل جو درويش هو ۽ نهايت ڪامل شخص هو. ڳالهه ٿا ڪن ته هتي اصل هڪ هندو حاڪم جو راڄ هو، پر هو ٿوري جاڪرڪرڻ لڳو، تنهن ڪري هن درويش تيئي اهڙو ٻاراتو ڏنس، جو اُنهي راجا توڙي سندس لشڪر جو ٻنڊ ٻاهڻ تي پيو يعني سڀ ڦري پٿر تي پيا ۽ اُنهن پٿرن مان ٽڪري ٺهي پيئي، جا اڄا تائين آهي! هن درويش جي تربت تي جيڪي اکر لکيل هئا، سي داڻ ڍهي ويا آهن، تنهنڪري جمڻ يا وصال جي تاريخ ڪا نه ملي سگهي. هتي هر ڪنهن مهني ۾ ميلو لڳندو آهي.

## گهوڙيبا ري

"گهوڙيبا ري" نالو اصل ۾ آهي "گوراهه ٻاري" يا "ٻاري گوراهه". اڳي "گوراهه" نالي هڪ ندي

ڏٺاڻ وهندي هئي، تنهن تان اهو نالو پيس. هن وقت گوراٻا
ڙي ۾ ڏڌم پيدا آهي. گوراٻاڙي کي عام طرح اگهي
"وِڪَرُ" به سڏيندا هئا. اهو وڪر هڪ وڏو بندر هو ۽
ڪراچيءَ کانپوءِ ٻيو نمبر بندر ليکبو هو. اهو بندر اصل
سنه ١٨٢٦ع ۾ ٻڌو ۽ سنه ١٨٣٦ع ڌاري اهڙو زور ورتائين،
جو حيدرآباد جي ميرن، کي انهيءَ بندر مان، ساليانو هڪ
لک کان به وڌيڪ پيدائش ٿيندي هئي. انهيءَ بندر تان
سمنڊ جي رستي جيڪو مال ايندو ويندو هو، تنهن تي ئي
رڳو ٻاونجاهه هزار رپيا محصول ميرن کي هر سال ملندو
هو. سنه ١٨٣٧ع ۾ انهيءَ بندر تان جيڪو گيهه، سارين ۽
ٻيو مال ٻاهر روانو ٿيو هو، تنهنجو تخمينو ٻڌو ۽ هئائون ته
ٻه لک ڇهاسٺ هزار، جو مال ٿيو هو. اهڙو سٺو بندر اڄ
اُجهڙيل آهي ۽ هن جي برڪت هاڻ ڪيٽي بندر ۾ اچي
پيئي آهي. سنه ١٨٤٨ع کانپوءِ درياهه اُتان رخ ڦيري
ويو ته وڪر بندر جو نصيب وڪڙ کائي رڦو چڪر ٿي
ويو ۽ هاڻ رڳو سنڌس نالو قائم آهي. وڪر جي ڏيهه ۾
گهوڙيباري ٻيو ڳوٺ هاڻ به درياهه ۾ آهن. گهوڙيباريءَ
ڏي وڃڻ لاءِ هاڻ گاڏي جو رستو اُڪري ٻوءِ ڪيرسر
ڳوٺ کان وڃڻو پوي ٿو. هاڻ اهو ڳوٺ اهڙو لائق نه کان
لڏي ليکجي ٿو، جو تعلقي جي آفيس گهوڙيباريءَ کان ڪيٽرو
هري ڪوٽڙي الله رکيو شاهه ۾ آهي ۽ گهوڙيباريءَ کي هاڻ
"پراڻي ٻاري" ڪري ٿا سڏين.

گهوڙيبارئي جو واپار ڦري ڪيٽي بندر ڏي ٿيو ۽ پر
ڪيٽي بندر سان به درياهه جوڙي جٽ ڪئي. سيٺين
کي خبر آهي ته ڪيٽيون ڪيٽيون ٿينديون آهن. هتي
سنڌو ندي اهڙي جوڙ ڪري ٿي. سنه ١٨٥٣ع ۾ سنڌو
نديءَ اهڙي زور سان جوڙ ڪيو، جو ساڄو شهر جوڙ جي زور
۾ ٻڏي ويو. اصل جيڪو ڪيٽي بندر هو، سو هينئر
درياهه جي پيٽ ۾ پيو آهي. ماڻهن پوءِ ٻيو ڪيٽي بندر
ٻڌو، پر اُنهي بندر کي به درياهه سگهه کون ڏنو. ٿورا
ٿورا پاڳا ته ڪيترا ڀيرا پڌا آهن، باقي سرڪاري ڪسٽم
آفيس ڪيترا سال هڪ هنڌ قائم هئي؛ پر تازو درياهه
اُنهي کي به ڏوئي ڏمالي پنهنجي پيٽ ۾ پائي ڇڏيو؛
هاڻ نئين ڪسٽم آفيس ٺهي آهي. ڪيٽي بندر جو
ساڄو شهر بند جي اندر آهي. اُنهي وڏي شاهي بند تي
جنهن منزل پاڻي چڙهي ايندو آهي، تنهن منزل ائين
ٻيو پانڇو آهي ته ماڻهو سڪل ڪوهه ۾ بيٺا آهن
۽ آس پاس درياهه مٿي چڙهي ٻيو دڙڪا ڏئي. ڪنهن
وقت جي درياهه بند ٽپي اندر اچي ته پوءِ ڏٺي آهي جو
خير ڪري، نه ته ليکي ال ڪونهي. مطلب ته هن بندر کي
ٻڏڻ جو ڀؤ سدائين آهي.

ڪيٽي بندر ڏي اُٺ ۽ اُٺيون ته تمام، پر ريڍون به
ترادو جهن ا هتي اُنهن جام آهن. ڪارڇ جا ڏٺا ريڍاني

گهٽي کين کائين، باقي ميڍھون، اُنين ۽ ردا، جو کير
خوب ڏا ڏيئن. هتي جي ميڍھون جو کير ڏاڍو گهرو ٿو ٿئي
۽ اهي مڙس آهن جي ڦبائين ٿا. اسان ٻارو اهو کير پيئي
ته ٻانءِ تہ ٻگهريل لوهہ پيٽ ۾ ويو! هتي "سوئٽ" نالي گاهہ
ٿئي ٿو، جو تمام طاقت وارو آهي. اهو گاهہ فقط اُنهيءَ
هنڌ ٿيندو آهي، جتي ڪارو توڙي منو ڀٽي ٻاٽي هوندا
آهن. ڪيٽي بندر کي سمنڊ جو ڪارو ٻاٽي توڙي
سنڌو نديءَ جو منو ٻاٽي ڀٽي نزديڪ آهہ، تنهنڪري
سڄي سنڌ ۾ رگو ڪيٽي بندر پاسي اهو گاهہ پيدا ٿئي
ٿو. انهيءَ گاهہ مان "زانوئي" پيدا ٿيندي آهي، جا
اسانجا ماڻهو گيارس تي کائيندا آهن. انهي نانوئي
جي گاهہ کائڻ ڪري وهٽ متارا ٿين ٿا ۽ اُني جي کير
پيئڻ ڪري اهي ڏٺار رشٽ پشٽ پيدا آهن. اُنهن
مالدارن جي سڄو ڏينهن ٻاٽي مان اچ وڃ ٿئي ٿي،
تنهنڪري سنڌ کانہ ٻائين. سيڻي کي بوت [illegible] پيا
آهن؛ باقي سندا، زاوان گهگها پائيندا يون آهن. اهي
مالدار پنهنجون وهٽن لاءِ منہ ٻاٽي جون پڙيون سنڌو نديءَ
ٿا، پوري اپيدا آهن ۽ اُهو ٻاٽي بہ ٿي ڏينهن هلائيندا آهن.
سيارن ۾ وهٽن کي روز ٻاٽي کون پيارين، پر ڏينهن
وقتي ٽئين ڏينهن بہ پيارين؛ باقي اونهاري ۾ روز پيارين
۽ پوءِ [illegible] پڙيون خالي ٿين تہ [illegible] اپنڊا

آهن. ڪاريون ٽي جيڪي مڇي ماريون ٿا، تن مان هڪڙا "ونگڙا" سڏجن ٿا. اُهي اصل هندو هئا ۽ پوءِ مسلمان ٿيا آهن، جڏهين ته ٻيا اصل راجپوت هئا ۽ پوءِ مسلمان ٿيا.

ٽاريل جا وڻ رڳو سمنڊ جي ڪناري جي نزديڪ ٿيندا آهن، تنهنڪري سنڌ ۾ ٽاريل جا وڻ رڳو ڪراچيءَ ۽ ڪيٽي بندر پاسي ٿين ٿا. ڪيٽي بندر ۾ ٽاريلن جا وڻ جام آهن ۽ ٻين ۾ اُتي گهٽي ٿي ٿئي. ٻن جي ٻُور مان ٻوراٽي ٺهندي آهي ۽ اُنجي ڪاٺ مان ٻيڙا ٺهندا آهن. ڪيٽي بندر ۾ ٻيڙا ايترا ٺهندا آهن، جو ٻيڙين جون ٻيڙيون پرچي ڪراچيءَ ۾ ايندڀون آهن. ڪيٽي بندر ڪان ساريون ۽ ٻيو مال اتڪل ڇهن سؤن لکن جو هر سال ۾ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ پاسي روانو ٿئي ٿو ۽ اتڪل ڏيڍ لک کن جو مال ٻاهران اچي ٿو.

ٻيڙين کي جن ڪاريگرن مان لنگهڻو پوي ٿو، تن جا نالا ئي عجيب آهن: ڪانتو، ڪومبرانو، ڏيوڪاري، پوري ڪاري، شيشا ڪاري، وغيره. ٻگهاڙ واهه انهيءَ شيشا ڪاريءَ ۾ اچي پوي ٿو. سنڌو ندي ۾ ڪو ڪوئي پڪو وهي سمنڊ ۾ اچي جوڙ ڪين ٿي ڪري؛ پر جوڙ گهڻا اٿس ۽ وات تي ۾ جيئي ٽي درياهه جا پيا پيا نالا آهن، مثلاً ڪوٽڙي الله رکئي شاهه جي نزديڪ ۾ درياهي آهي، جنهن ۾ گهوڙيباري گوٺ آهي. اُتي درياهه جي هڪ شاخ کي

چون، "جيدڙي" ۽ ائين ڪي چون "اوڇتو" ڇاڪاڻ ته درياءَ اُتان اوڇتو منهن ڪيو هو. "اوڇتو" درياهه کي ڪيٽي بندر جي ويجهو "ٽيڙياهه" ڪوٺين ۽ سمنڊ ۾ جتي اهو درياهه جوڙ ٿو ڪري، اُتي اُن کي "حجامڙو" ڪوٺين. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ حجام نشي جي حالت ۾ اُنهي هنڌان درياهه اُڪرندي ٻُڏي پيو هو، تنهنڪري درياهه جو اُنهي هنڌ نالو "حجامڙو" پيو.

گهوڙيباڙي تعلقي جي هيڊ ڪوارٽر ڪوٽڙي الله رکئي شاهه ڏي وڃڻ لاءِ ماڻهو جنگشاهي اسٽيشن تي لهي ٿي ۽ پير پنڌي ڪان جهلي ستٽيهه ميل پنڌ ڪري پوءِ اُتي ايندا آهن. ساڪري کان ٻه ڪوٽڙي الله رکئي ڏي وڃڻ لاءِ سڌي وات آهي. اسين ساڪري وارو رستو ورتي ڪرها ڪڏائي هلياسين. ڊسمبر جو مهينو هو. اڪلاڻي موسم ۾ ٻين هنڌ رستن تي پاڻي هوندو آهي ته آڪٽوبر يا نومبر ڌاري صفا سڪي ويندو آهي. هتي ڊسمبر مهيني ۾ به رستي تي ايڏو پاڻي هو، جو اُن کي ٻيهٽ ٽائين اچي ٿي پهتو! پيٽرن جا جيڪڏهن پير ترڪن ها ته شايد سوڏا مڙس پاڻيءَ ۾! ڏاڍي ڪيو جو خير سان رهجي آئي. ڪوٽڙي الله رکئي شاهه جو نالو هيڏو وڏو جيڏو ۽ پنڌ مصيبت کاڌو، سو سمجهيوسين ته اهو شهر شايد ماهر مهانگو آهي، جو پهچڻ جي ديدار لاءِ هيڏي دقت ٿو ڏئي؛ پر شهر ۾ اندر گهڙي ڏٺوسون

اِن ۾ اُنهي ڏينهن ڪٿي نرچل رکي. مختيارڪار منهنجو واقف هو، جو اُٺين مئٽرڪيوليشن ڪلاس ۾ گڏ هئاسين. اسين جيڪڏهين سڌو هن وٽ وڃي لهون ها ته بلڪل سکي ٿيون ها؛ پر اسانکي پنهنجو نوڪرساڻ هو، تنهنڪري هنکي تڪليف ڏيڻ واجب نه سمجهي هن وٽ ڀيرائين وياسون به ڪو نه؛ مگر پوءِ جڏهين هيءَ حالت ڏٺي سون، تڏهين اُنهيءَ ڏينهن تپڙ پڌاسون. شهر ڇڏڻ ڪان اڳ، مختيارڪار کي هڪ پرزو ڪنهن ماڻهوءَ هٿان موڪليم، جنهن ۾ لکيو مانس ته ”شاهه جي رسالي ۾ ڀريائين بيت ۽ پوءِ وايون آهن. توهانجي هن شهر کي شايد وائي ويڙهي ويئي آهي، تنهنڪري هيٺين ”وائي“ جوڙي توهانجي معلوميت لاءِ موڪليان ٿو.“

## وائي

غريب ٿو ڳائي — ڪو واهو وڃائي

واهو ڪو نه وڃائي — ڀلا سُر ٿو ڳهلائي

١ الله رکڻي جي ڪوڙي تنهنڪان الله رکائي

رهي مختيارڪار ٿو حاڪم سڏائي

٢ چنل چئيون پڳل پڻيون ڏسو چٽائي

پڪي نِ سرون سالن ۾ ڪار اُڏائي

٣ پاڇي پڪو مو چڙو سڪو ڪو پنهنجو ٻوڪائي

آئو ڏس اڏو اڏ ڪيڻٽان ڪو پنهنجو ٻيهائي

۴ آڙهه ۾ مينهن ڏاڍا جڏهن وٺن ۾ سانوڻ آئي
سياري ۾ ڪڪريون ڏاڍيون ڪير جو پيو پائي ؟
٥ تو ٻِن منهنجي تو ٻِن وڏ ڪو ٿڙي ڪمائي
ڏٺي منهنجي ٻاجهه سان غريب ٻچائي .

اِها ڪافي جنهن ۾ سميت لفافي ۾ بند ڪري گهڻن سلامن ۽ دعائن سان ڪاردار ڏي موڪليم . جنهن پڙهي ڪل ۾ آيس ۽ ڏکر ۾ ٿيس ۽ سو اشراف اُماڻڪ ۽ وڙندو آيو . اسان لاءِ هر طرح جا سهنجا ٿي ڪيائين ۽ اسان جيس ترهن شهر جي هڪڙي ڏينهن جي ديدار اسانکي ڏيو ڏيئي جڏيو آهي . هاڻ الله واهي .

ڪوٽڙي الله رکئي ڪان ۾ ڪوهه پري گوٺ اُڏيرو لعل آهي ، جون ڏٺي سنبت ١٠٠٧ ۾ ٺٽي جي حاڪم مرکهه شاهه هو ، تنهن اُتي جي هندن کي زوري مسلمان ٿي ڪيو . هندن جي رکيا ڪرڻ لاءِ اُڏيرو لعل آيو هو ۽ ڪي ڏينهن ٺٽي جي هندن کي وٺي هتي اچي رهيو هو ، تنهن ڳالهه جي يادگيري لاءِ هتي مندر ٺهيو ۽ گوٺ تي اُڏيري لعل جو نالو پيو . هتي هر سال چيٽي چنڊ جو ميلو لڳندو آهي .

گهوڙيباري تعلقي ۾ ڪيٽي بندر ڪانيو ۽ گوٺ وڏو آهي . وڙ ۾ ڪڻڪ جي ٻوڪر گهڻي ٿئي ٿي . ڪڻڪ ۽ ساريءَ جي ٻوڪر کي پاڻي گهڻو کپي ٿو . هي لاڙ جو پاسو آهي . لاڙ معنيٰ لڙيل پاسو . هن پاسي پاڻي جي اُٿل

گهڻي آهي، تنهنڪري ڪمند ۽ سارين جي پوکہ جڳي ٿئي ٿي. اُڀڪلاني موسم ۾ هتي ايترو ته پاڻي رهي ٿو، جو مڇيا رڪار کي ڪا زمين ڏسڻي هوندي آهي ته ترهي تي ترندو وڃي يا ديگ ۾ ڏِڪبو وڃي!! اُهي ڳڙ جون ديگيون آهن ۽ هڪڙي ديگ ايڏي ٿئي ٿي، جو پاڻي ته ۾ چڙها ڪرسيون وجهائي وهن ۽ ۾ چڙها هيٺ وڃنا هڻجن. اُها ديگ ۾ ٿي همراهم ڏڪيندا هلن ۽ ڪاردار پنهنجي عملي سوڌو ترندو وڃي! حيدرآباد ضلعي واري لاڙ ڏي ۾ اِها ڪار آهي.

## پيرپٺو

پيرپٺو ٺٽي کان ڇهہ ڪوهہ پري ڏکڻ ڏي آهي ۽ اسانجي غريب سنڌ جي هڪ سونهن آهي. اُتي تڪي عاليشان عمارتون آهن، تڪي ڳوٺ ۾ ڪوگهٽو جس آهي؛ پرهتي جو نظارو نامور آهي. پيرپٺي کي پرڪرتي شايد پنهنجو پٽيلو سمجهي پاليو آهي ۽ اُنکي آها نزاڪت بخشي اٿس، جو اُنجي ڏسڻ سان اکيون ٺرن ٿيون ۽ دل بهار بهار ٿئي ٿي. اسين ڪوٽڙي الله رکئي کان هتي آياسون ته اِئين سمجهيوسون ته جڻ ته اونداهي رات مان، ڦري روز روشن ٿيو آهي يا خزان جي موسم خلاص ٿي هميشہ بسنت بهار آئي آهي. اهو قدرت جو قاعدو آهي ته ملڪي جي مالڪ جو نظارو بريان جڳهو طلعو آهي، ۾ هتيءَ

.

ٽڪري تي هڪ پاسي پير پٺي جي درگاھ ۽ ٻئي پاسي شاهي مدار ميڪاري رونق ڪيو بيٺا آهن ۽ پريان نگهاڙ وام باقي ٻه ٻوڄ مچائي آهي. سنڌ ۾ شهباز قلندر رحي درگاھ ڪانيوءِ هي ۽ هڪ وڏو زيارت گاھ ليکبو هو ۽ اڳي هزارين ماڻهو هتي زيارت لاءِ ايندا هئا. ٽڪري تي آڳاٽي وقت جي ڊنل عيدگاھ جا نشان اڃا آهن ۽ انهيءَ مان اڄ ٻه سمجهي سگهجي ٿو تہ انهيءَ عبادت گاھ مان جڏهين "الله اڪبر" جو آواز ايندو هوندو، تڏهين هن نزاڪت پرئي ماتر ۾ پڙاڏو ۽ سڏ پئي گڏ ٿي اُها تنوار لائيندا هوندا، جو ڪيتري پنڌ ۾ سڻن کي ٻه سار ۽ سائين جي سڻپا رٿيندي هوندي.

پير پٺي کي هندو ماڻهو راجا گوپيچند سمجهي پوڄيندا آهن. پير صاحب جي تربت اڃا آهي ۽ کير وانگر پيٺي ڪاي. درگاھ تي ڪو عجيب ڪاريگري جو ڪم تيل ڪونهي. اُتي جو خدائي نظارو بس آهي ۽ اُهو ئي ساڃي ڪوٽ جو سچو پچو سينگار آهي. پير صاحب جي هٿن جي نشاني سندس دستار شريف آهي، جا ميلي جي ڏينهن ۾ درگاھ جو مُلان ٻائي وڏي شان ۽ ڏيکاري سان خانگاھ ڪانوئي مداري تائين ويندو آهي ۽ سڀ مريد ۽ زيارتي مڃاڇي ٻڌمان ڄاهيندا آهن. پير صاحب جو ميلو هر سال ربيع الاول جي ٻارهين تي ٿيندو
.

ڏوم ڏام سان لڳندو آهي ۽ ٿي چار ڏينهن ساندهه ملندو آهي. ڏاليرن جي صاحبيءَ ۾ اتي جو نواب ڏينهن جي خرچ تي ايترو سيڙ ۽ گيهه هتي ميلي جي ڏينهن ۾ موڪليندو هو، جو سڀ زيارتي ڏهه ٽي کائي خوش ٿي ويندا هئا.

حيدرآباد ۾ پڻ ٿورا شهر جي ٽڪرين تي پنڌ آهن، اُتي اڪثر ائين آهي جو ماڻهو مٿي ٽڪريءَ تي جا بوءِ جوڙي ويندا آهن ۽ فوٽ ٿيان جون ڦيرون هيٺ نشيب ۾ آهن. هتي ائين نه آهي. جهڙڪي سڀئي سائين ۽ وٽ وڃي سگهي ٿيا آهن، تن جي مٿئي جو هتي جهجهو مان آهي. هتي مانيٽن جو بچاو (مقام) مٿي ٽڪريءَ تي آهي ۽ گوٺ جا ماڻهو ٽڪريءَ جي هيٺان رهن ٿا ۽ هتان جي پاڇي هيٺ آسودو گذارين ٿا. گوٺ ۾ انجنيري بنگلو ۽ مسافرخانو آهن، تنهنڪري ڪوهه اُتي ويندو ته رهڻ جي ڏکيائي ڪا نه ٿيندي پس. هتي جي آب هوا وڻندڙ ۽ نظارو روح کي راحت ڏيندڙ آهي، تنهنڪري هي ڀاڱو سهڪواري ڏسڻ جهڙو آهي.

هتي جو ٽڪريءَ تي هيٺ واڌاڄو مينار زمين کان هڪ سو فوٽ مٿي ٺهيل آهي ۽ اُتي جت دلواڙيل ٿي ڏسجي، تنهنجي مصالح جا ۽ ڪڪ نه آهي ته آڳاٽي وقتن جي مينار "لائيٽ هائوس" (فانوس گهر يا روشني مينار) ٿي ڪم

ايندو هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ سنہ ١١٧ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ ۾ اچڻ سان پهريائين جيڪو ديبل بندر فتح ڪيو هو، سو هي ئي آهي، ۽ ڪي وري چون تہ ڀنڀور جو شهر ديبل بندر هو. هن وقت ڪير چئي سگهندو تہ ديبل بندر ڪهڙو هو، مگر ايترو چئبو تہ هي بندر ڪنهن وقت وڏو بندر هو تہ عجب ڪونهي.

## مڪليءَ جي ٽڪري

سنڌ ۾ هن وقت جيڪي آڳاٽا شهر آهن، تن مان هڪڙو ٺٽو آهي؛ ۽ مڪليءَ جي ٽڪري جا اُن جي نزديڪ آهي، سا اُن جو سينگار آهي. انهيءَ ٽڪريءَ تي مائي مڪليءَ جي تربت آهي، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿس. چون ٿا تہ سنڌ جا ها ڪارا مامولي فقير، جي اڳڪٿيون ڪري ويا آهن تہ "جڏهين ڪڏهين سنڌ ڙڪي، تو ڪي قنڌارڙن جو ڪُو" وغيره، سي گهڻو وقت ٺٽي ۾ رهيا هئا ۽ ڪيئن نہ پيغمبرون هيون: هڪ مائي مڪلي، ٻي ٻلڙي. ٻلڙيءَ جو ڳوٺ ٽنڊي محمد خان تعلقي ۾ آهي، جنهن جو پوءِ ذڪر ڪبو. ٻنهي پيغمبرن جي نالي چون ٿا تہ ڪماليت کي پهتل هيون. مائي مڪليءَ جي تربت هن ٽڪريءَ تي هئڻ سبب هي سڄو رو مڪان پڪو ويو آهي، تنهنڪري آسپاس جا مسلمان پنهنجا مائٽ مٽي پورين ٿا ۽ ذات جي مسلمانن لاءِ جدا جدا مقام آهن. هن ٽڪريءَ تي سرڪاري

جا يون لِکيل آهن ۽ گشتي مدار مقبرا اهي رهندا آهن،
ديٺيءَ جي اڳلين جي وچ ۾ مرزا جاني بيگ جي رانڪ
(قبو) آهي، جا انکندي آهي؛ بنياد پٿر جو ائس ۽
مٿان گنبذ ائس. رانڪ جي سرن تي ڪم اهڙو ٺيل
آهي، جو سرون نه پر پيروز جڙيل. مرزا جاني بيگ
ترخان گهراڻي جو حاڪم هو ۽ سنه ١٥٩٩ع ۾ وفات
ڪيائين. ھڪانيو ۽ سندس پٽ مرزا غازي بيگ
حاڪم ٿيو هو، جنهنجي تربت هت آتي آهي. اسان بوءِ
مرزا عيسيٰ جي رانڪ ڏٺي. هن ساڳئي ناليءَ سان ٻه
حاڪم ٿي گذريا آهن: هڪڙو مرزا عيسيٰ ترخان، ٻيو
نواب مرزا عيسيٰ ترخان. پهريون مرزا عيسيٰ اهو
آهي، جو ترخان گهراڻي جو پهريون حاڪم سنڌ ۾ هو
۽ ١٥٦٦ع ۾ وفات ڪيائين. ٻيو نواب مرزا عيسيٰ
جهانگير بادشاه جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو آهي ۽ هنجي
رانڪ ڏسڻ وٽان آهي. اها رانڪ ٻيٽ توڙي ٻئي
پٿرن جي لِکيل آهي: در ۽ پٿرن جا ترجمت ۽ پٿرن جي.
هن رانڪن (قبن) تي ڪم اهڙي نموني اهل آهي،
جهڙو ڪن شالن ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي؛ تنهنڪري اهو
انومان ڪيو ٿو ٿو پوي ته ڪاريگرن ۾ گهڻا هندو هئا.
ٽڪريءَ تي ٻين ٻه ڪمرن آگاتن سنڌ جي حاڪمن
جون تربتون آهن، پر سڀني کان آگاٽي تربت آهي جام

نظام الدين جي، جنهنکي جام ننڍو بہ سڏيو ويندا آهن. هو سمن جي گهراڻي مان هو ۽ جام تماچي، جو ٻوٽي پوٽو هو، تنهنجو پوٽو هو.

مڪلي تي مرزا عيسيٰ جي رانڪ جي پوءِ ٻئي ڊهري جو قبو آهي. چون ٿا تہ اُنهيءَ ماڻيءَ پنهنجي جيئري پنهنجي قبي جوڙائڻ لاءِ ڊهري ڪري ماڻهن کان پني هئي، تنهنڪري اهو نالو پيس. ڊهنيءَ جي ڀڳلي کان چار پنجم سو فوٽ پريرو مسٽر ايڊورڊ ڪڪ جي تربت آهي، جنهن تي سنڌس گهٽي ساکر لکيل آهي ۽ وفات جي تاريخ ٨ مي ١٧٣٣ع ڄاڻايل آهي. هيءَ تربت اسانکي اِها ڳالهہ ياد ٿي ڏياري تہ سورهين ۽ سترهين صديءَ ۾ يورپ جوگهڻ ۽ پيا يوروپي ماڻهو ٺٽي ۾ واپار لاءِ ايندا هئا. غلام شاهہ ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪوٺي ٺٽي ۾ ١٧٥٨ع کانوٺي ١٧٧٥ع تائين هئي، پر هيءَ انگريز اُنهيءَ ڪوٺي جاري ٿيڻ کان پر پندرهن سال اڳ جو آهي.

مرزا عيسيٰ جي رانڪ بابت هڪ مزي جهڙي ڳالهہ آهي. چون ٿا تہ مرزا عيسيٰ جنهن بادشاهہ جي پاران ٺٽي جو نواب هو، تنهن بادشاهہ جڏهن تہ ٺٽي ۾ اهڙي ڪا عمارت منهنجي درج سان جوڙاءِ، جو منهنجو نالو هميشہ لاءِ قائم رهي. انهيءَ حڪم ملڻ سان مرزا عيسيٰ اِها رانڪ

بادشاهه جي خرچ تي جوڙائي تيار ڪئي ۽ ٻوءِ ڪيس لڳي موڪليائين ته ماڻهو اچي عمارت جو ديدار ڪريو. بادشاهه لڪي ۾ آيو ۽ حڪم ڏنائين ته سڄي شهر جي ماڻهن کي سڏ وڃي ملو ته عمارت ڪوارڻ جو جلسو ڪريون. سگهوئي حشام ماڻهن جا اچي مڙيا. ڪن ته اها ڳالهه سمجهي ڪانه هئي ته هيترا ماڻهو هڪ هنڌ جو اچي ڪٺا ٿيا آهن، سو هڪٻئي کان ميڙ جو سبب پڇڻ لڳا. ماڻهن ٻاهر ۾ چيو ته "بادشاهه سلامت هلن ٿا مرزا عيسيٰ جي رانڪ ڏسڻ." بادشاهه اهي لفظ ٻڌي چيو ته "ڦٽ ڦڪري! لکا خرچيا مون ۽ نالو ٿيو آهي مرزا عيسيٰ جو!" بادشاهه کي ٻوءِ اهڙا ساڙ لڳا، جو جلسي ڪرڻ جو خيال لاهي موٽي هليو ويو ۽ اها رانڪ اڄتائين مرزا عيسيٰ جي نالي ٻنيان سڏجي ٿي.

ڪن آکاڻين ۾ ٻڌو اٿئون ته اڳي ڪوهن ۾ مجلسون ٿينديون هيون. اهڙا ڪوهه جيڪڏهن ڪنهنکي ڏسڻا هجن ته مڪليءَ تي ڏسي. اسين ڪريم ڏني جي ڪوهه ۾ هيٺ لهي وياسون. ڏاڪڻيون لهڻ ٿيون ٿيون آهن، تنهنڪري لهڻ چڙهڻ ۾ تڪليف ڪانهي. هتي ٿي ڪوهه هڪٻئي مٿان ٻيا ٻا نئيجن، جي جبل مان کوري ڪڍيا اٿن. ڪوهه ۾ اندر دالان آهن. جن ۾ اڳئين مجلسون ۽ محفلون ڪندا آهن ۽ ٻارڻ وندرائيندا آهن. مينهن وسڻ گهڻي ۾ اهي ڪوهه پرجي ڀار تي پوندا آهن.

مڪليءَ جي ٽڪري ڪا ننڍي ڪانهي. ڏيگهه ۾ ڏهن ميلن کان به مٿي آهي ۽ پيرپٽي وٽ ٽڪهاڙ واهر وچ مٿان سبب اُتي جي ٽڪريءَ کان جهجهي ڏار تي ويٺي آهي. ٽڪريءَ جي اُتانهين ڪٿي سؤ سؤ کن فوٽ ته ڪٿي ڏيڍ سؤ کن فوٽ آهي. ٽڪريءَ تي قبرن جو ڪاٿو ئي ڪونهي. چوندا آهن ته لکين ۽ سوا لک پير تي گذريا آهن.

مڪليءَ تي ديٺيءَ جي ننگاڙي کان ڏيڍ ڪوهه کن پريرو هڪ قلعو آهي، جنهنکي "ڪلان ڪوٽ" چوندا آهن. ڪلان ڪوٽ معنيٰ اهو ڪوٽ يا قلعو جتان ڪليان ٿين. ڪراچيءَ ۾ به ڪلان ڪوٽ آهي ۽ اُتي ديوتيءَ جو آستان آهي. هتي به اصل هندو رهو، پر پوءِ مسلمان حاڪمن پنهنجي هٿ ۾ آندو ۽ ڏلل مسجد جا نشان انهيءَ سبب اُتي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اڪبر بادشاهه جو لشڪر جڏهين ٺٽي تي ڪاهي آيو هو، تڏهين ٺٽي جو حاڪم انهي ڪلان ڪوٽ ۾ وڃي لڪو هو. انهي ڪوٽ نسبت چون ٿا ته سڪندر اعظم جي ڏينهن جو ٺهيل آهي، مگر گاله وسهڻ جهڙي نه آهي. ڪلان ڪوٽ ڏاڍي مان ظاهر آهي ته اهو هندن جو جوڙايل آهي. راڄ سهاسي اڳئين جي ڏينهن ۾ ڪي قلعا جڙيا هئا، جن مان هڪ قلعو سيوهڻ ۾ ۽ ٻيو بکر ۾ آهي. هي ڪلان ڪوٽ به ننڍي ڏينهن ۾ لهڻو هوندو ته عجب ڪونهي.

مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي مشهور ديويءَ جي مندر واري واٽ ولي مٿي چڙهبو ته چڙهڻ سان عيدگاهه جي شاهي ٻت نظر ايندي، جنهنکي ٻارهن جوڙهن ڪمانون آهن ۽ أنهي ٻنهيان قبا ۽ نماز جا مقام آهن. عيدگاهه جي ڀرسان امام خانو آهي. اُتي تابوت رکندا آهن. هتي هڪ پٿر تي ڪي نشان آهن، جي چون ٿا ته گرو نانڪ صاحب جي چاکڙين جا نشان آهن.

## ٺٽي جو ذڪر

ٺٽي جي شهر ۾ ڪيترئي جايون ماڙين سان آهن ۽ مڪليءَ جي ٽڪريءَ نزديڪ هوندي به ڪا پٿر جي جاءِ ڪانهي. شهر ۾ ڪلر گهڻو آهي، تنهنڪري جاين ۾ زيب خير ڪو آهي. شهر ۾ هندن ڪا پاڙا جهڳهسيا، ٺوٺائي سيٺين جو پاڙو، ڀانگ پاڙو وغيره آهن ۽ مسلمانن ڪا پاڙا شيرازي، مغل وارو وغيره آهن. اهو مغل وارو مغل پادشاهن جي ڏالي ٻڌيان سڏجي ٿو. ٻيو هڪ نٽ جو پاڙو آهي. ڪنهن جوان ڳالهه ڪئي ته اهو پاڙو اصل هڪ ننڍو ڳوٺ هو، جو پوءِ شهر سان گڏجي ويو آهي. اهين به ٻڌائين ته ٻنهجين وڏن ڪاون، ٻه ۽ الر ته انهي نٽ تان الٽي لنگر لي ڏالو ٻيو آهي. بازار جي جدا جدا پاڙن لي جدا جدا نالا رکيل آهن، جهڙوڪ ٻگهٽي بازار، ڪعبو بازار، صرافيه بازار

وغيره. بازار جي هڪ ڀاڱي جو نالو ڳڍائون ”گيارس بازار“. اسان جيئن ته هتي جا هون ۽ دڪان آهن، پوءِ اهو نالو ڪيئن رکيو اٿو؟ جي هر ڪنهن گيارس تي اُتي گيارس جي ڏينهن ڪاٺ جو سامان وڪامندو آهي، تنهن ڪري اهو نالو پيو اٿس. پر بازار جي وچهو هٿي ”گدا بازار“! اسان پڇيو ته هي نالو ڪيئن پيو؟ جي آڳاٽي وقت ۾ ٺٽي جا حاڪم جڏهين شهر کي چڪر ڏيڻ لاءِ نڪرندا هئا، تڏهين گدا (فقير) ڪا نڊن بخشش گهرڻ لاءِ اُتي اچي ڪٺا ٿيندا هئا، تنهنڪري اهو نالو پيو.

ٺٽي ۾ مندرن، مسجدن ۽ قبن جو ڪاٿو ئي ڪونهي. جنگشاهي دروازو رستو وٺي اڄ ته مڪليءَ جي ٽڪريءَ وٽ شنگهه پوائي دروازو مندر، جي ميونسپال ناڪي کان گنجي دروازو رستو وٺي هل ته منشا ديويءَ جو مندر، جي اندر بازار ۾ گهڙ ته چونڪ بازار ۾ مندر، جنهن جي پر ۾ ننڍي جامع مسجد آهي. شهر جي ٻاهران مساطي طرف ڪلڏيءَ جو مندر ۽ سڪين جو آستان آهي، جتي اڳڪٿي جي حساب لهرا ڏيڻ لاءِ ويندا آهن!

ٺٽو قديم شهر آهي. سنه ١٨٠٠ع کان ١٨٣١ع تائين سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. اڳي هي شهر هر طرح ترڪ هو. جا علم ۽ هنرن، جا ڏنڪي ۽ واپار ۾ ننڍيجو مٿ ڀاڻ هو. ٺٽي جون لونگيون ۽ گرباٽون ۽ ڇٽ جو ڄڪو سنڌ واسين

توڙي ٻاهرين کي گهٽو ڦٽندو هو. سنه ١٨٦٩ع ۾ سنڌ ۾ ٻهريون هندي نماءُ ڪراچي جي فريئر هال ۾ ٿيو هو. اُتي ننڍي جون لونگيون آيون هيون ته سڀني ٻُڌي واهه واهه ڪئي. هيمنڊ ۾ لونگيون ٺهن ٿيون ۽ ڇِٽن ۽ سوڙين جون ڪلوڻ، ڪيترا ماڻهو هتان گهرائين ٿا، مگر هيمنڊ ڪوري ۽ ڪتي آهن ڪتي؟ ننڍي جي آدمشماري هن وقت ٻارهن هزار ڪن آهي. اڳي هتي ڪيترو آدم رهندو هو، سا ڳالهه هن مان ڄاڻبي طرح سمجهڻ سگهبي ته اڳاٽي وقت هتي مهامري پيئي هئي، تنهن سبب جيڪي ماڻهو مئا، تن مان اسي هزار ته رڳو ڪوري هئا! اها ڳالهه سنڌ گزيٽيئر ۾ لکي پيئي آهي. هاڻ توهين پاڻ ڄاڻو ته جنهن شهر ۾ ايترا ڪوري رڳو مهامريءَ ۾ مئا، تنهن شهر ۾ ڪيو آدم ڪيترو هوندو! اڳي درياهه هتان وهندو هو، مگر هاڻ رخ ڦيري ٻيڙو ٿيو آهي. هتي سهڻيءَ جي قبر آهي. جو ننڍا ته ميهار لاءِ هتان درياهه تري پار ويندي هئي. شهدادپور ۾ به سهڻيءَ جي قبر آهي، پوءِ ڪير جوي ته سچي قبر ڪهڙي؟ اها پڪ آهي ته درياهه ٻراٻر هتان وهندو هو ۽ آبادي به جام ٿيندي هئي.

هي شهر اڳي ڪيترو قدر آباد هو، تنهن جي پروڙ هيٺين ڳالهه مان پوندي. ڪئپٽن سمٿ، مسٽر ايلس ۽ ٻيا به جنگي ڪاٽي جا عملدار سنه ١٨٠٩ع جي بهار جي موسم ۾ سنڌ ۽

بلوچستان جي سير لاءِ آيا هئا. اُنهن مان هڪڙو جنگي عملدار، جنهن پنهنجو نالو ڪونه ڄاڻايو آهي، سو پنهنجي سفرنامي ۾ لکي ٿو ته ٺٽي جي بستيءَ جي اسان هڪ عجيب ڳالهه ٻڌي: هڪ لڳا نادرشاهه بادشاهه پنهنجو لشڪر ساڻ وٺي ٺٽي ۾ آيو ۽ اچڻ سان ميان نورمحمد ڏي ماڻهو موڪليائين. ميان کي اچي ڦڙڪڻي ورتو، جي ڏٺي آهي جو خير ڪري. ميان نورمحمد پوءِ ڇا ڪيو، جو پٽڪو لاهي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌائين ۽ هڪ ڏڀ پنهنجي وات ۾ وڌائين. اهڙيطرح ڳچيءَ ۾ ڪپڙو ۽ وات ۾ گاهه وجهي ڏڪندو ڏڪندو اچي حضورءَ ۾ حاضر ٿيو. نادرشاهه پريان ئي هڪل ڪري چيس ته "اسان ٻڌو آهي ته توهان وٽ هڪ ڪوهه سون سان ڀريل آهي، سا ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي؟" ميان نورمحمد هٿ ٻڌي چيو ته "جيئندا قبلا، هڪڙو ڪوهه ڇو آهي، ٻه آهن؟" بادشاهه خفگيءَ سان، ٿوري ڪنگهڪار ڏيئي وري پڇيس ته "اسان ٻڌو آهي ته توهان وٽ هڪ بالڪل قيمتي لعل آهي، سا ڳالهه سچي آهي؟" ميان نورمحمد ورائي چيو ته "قبلا، هڪڙو نه، ٻه آهن." انهي تي نادرشاهه يڪدم پنهنجي کيسي مان رومال ڪڍي ميان نورمحمد ڏي اُڇليو ۽ حشمت سان پڇيائينس ته "هن رومال ۾ توهانکي ڇا ٿو نظر اچي؟" ميان نورمحمد کي ته پنهنج لکم

لشڪر جو دڪو دل تي ويٺو هو، تنهن هٿ ٻڌي چيو ته
"حضور جن جي سپاهه ۽ هٿيارن ٻنهي ڌارن مون غلام
کي ٻيو ڪجهه به نظر نٿو اچي!!" اني پادشاهه پنهنجي مڇ
کي مروٽو ڏيئي چيس ته "هاڻ جيڪڏهين اشرافت مان
سمجهو ته لعلون ۽ اهي ڪوهه يڪدم اسان جي حوالي
ڪريو." ميان نور محمد هٿ جوڙي چيس ته "حاضر،
حضور." هن پوءِ اُ مالڪ پنهنجن ڪن ماڻهن کي ڪجهه
اشاري ۾ چيو. ميان نور محمد جي تمام سمجهي سنڌس
ماڻهو ٻه ڄڻيون سيڙي جوان ۽ ٻه ڏهيون گيهه جون ڀري
کڻي آيا!! ميان نور محمد اُهي يڪدم پادشاهه جي اڳيان
رکي ڏاڍي نياز سان چيو ته "جيئندا قبلا، اسان جون قيمتي
لعلون به هي آهن، ته سون جا ڪوهه به هي آهن؛ اسان جي
غريب سنڌ ۾ ناڻو ڪونهي، باقي ڏٺي جلشانه جي فضل سان
آن ۽ گيهه جهجهو آهي." پادشاهه يڪدم سمجهي ويو ته
هي سچ ٿو چوي، تنهنڪري مات ڪري ويٺو. ميان
نور محمد پوءِ پادشاهه جي سنڌس سڄي لشڪر
سوڙي ماني موڪلائي. پنهنجي لسڪر ماڻهن سورهن
ڏينهن سانده ماني کارائي، ته به لکي جي شهر مان اٽو
ڪين کٽو!!!

لکي جو شهر جي ڪنهن زماني ۾ اهڙو آباد هو ۽
گاديءَ جو هنڌ ٿي اوڄ ماڻيا هئا ڏين، ته جماڻون به خوب

جهليون هيون. ٿي گهڻو ترقيءَ ۾ هليو. آخرين باهه شاهه بيگ ارغون ١٥٢٢ع ۾ ڏياريس، پوءِ گهڻو پورچوگيزن ١٥٥٥ع ۾ جلايس ۽ ٻيون گهڻو ١٥٩١ع ۾ اڪبر بادشاهه جو لشڪر جڏهن ٺٽي تي ڪاهي آيو، تڏهن مرزا جاني بيگ ڏٺو ته هاڻ ٺٽو هٿان ويندو، تڏهن پنهنجي شهر کي پاڻيهي ڦوڪي ڏياري باهه! انهي ٻوئين گهڻي ٺٽي جو شهر اجڙو هليو، جو وري پوريءَ طرح پاڻ کڻي ڪين سگهيو.

ٺٽي جا سيد علم جا صاحب هئا. هتي چار سؤ کن مدرسا هئا. سنڌي شعر پوريائين ٺٽي ۾ لکيو. پارسي شعر جوڙڻ لاءِ به هتي عمدا شاعر هئا، جن جا ڪلهوڙن ۽ ميرن جي صاحبيءَ ۾ لوازما پدل هئا، جي پوءِ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ بند ٿيا، جنهنڪري پارسي علم کي ڌڪو اچي ويو. سنڌ جي هڪ تواريخ به اسانکي ٺٽي مان ملي آهي، جا مير عليشير قانع ٺٽويءَ جي ٺاهيل آهي ۽ تحفة الڪرام جي نالي سان مشهور آهي.

شهر جي ٻاهران ميونسپل ٺاڪي وٽان جيڪي رستا نڪتن ٿا، تن مان هڪڙو اهو آهي جو ڳوٺ گجي ۽ ڳوٺ گهاڙي کان دابيجي ۽ پوري شٽيشن وٽان لنگهي سنڌ ۽ ڪراچيءَ وڃي ٿو. اهو گجي وارو رستو وٺي ٿوروئي پنڌ ڪبو ته هڪ سرين ڄتين جا ٽڪر زمين تي

پيل نظر ايندا. جو ته اتي اصل ڄام ننڍي جي ياد ڏولي دريا خان جو قلعو هو. اهڙيءَ طرح هِن هنڌ ۾ يڪسرين ڄامن جا نشان آهن، پر ڏسڻ جهڙي جاءِ جامع مسجد آهي، جنهن بابت هڪ عجيب ڏند ڪٿا به آهي:

## سو قبن سان مسجد!

ٺٽي جي شهر ۾ سو قبن سان وڏي جامع مسجد آهي، جا شاهه جهان بادشاهه جي جوڙايل آهي. اِتي اصل ۾ مسجد هئي ۽ شاهه جهان جڏهن پنهنجي پيءُ جهانگير بادشاهه وٽان ڀڄي ٺٽي ۾ آيو هو، تڏهن اُنهيءَ جهوني مسجد ۾ نماز پڙهندو هو. جڏهن پاڻ تخت تي ويٺو، تڏهن ٺٽي جي مسجد ۾ پنهنجي نماز پڙهڻ جي ڳالهه ياد ڪري هيءَ عاليشان مسجد پنهنجي خرچ تي جوڙايائين، جنهن جو بنياد ڏيڍ هزار ٦٤٤ اع ۾ پيو. هيءَ مسجد پاهران سهڻي ڪانهي، جو اڃا بوجهي ڏنل اٿس؛ باقي اندر ڪيا بات! شاباس آهي ڪاريگرن کي، جن هي صنعت ۽ ڪاريگريءَ جو گهڻو تن سان ۾ ٺاهي تيار ڪيو ۽ ٺٽي جي رونق وڌايائون. ڏند ڪٿا هو جب هن مسجد جو خاڪو ڪنهن ڪاريگر پنهنجي مغز مان رٿي ڪونه ڪڍيو هو، پر عرش ڏي اُڏامي بهشت مان نقل ڪري آيو هو. راوي روايت ٿو ڪري ته شاهه جهان بادشاهه جڏهن هن مسجد جوڙائڻ جا اجا رکيو پئي هٿي ڀڄايا، تڏهن هڪ ڪامل شخص

واپس آيو، جنهن چيس ته مونکي هڪ لعل بدخشاني خيرات ۾ ڏي ته آءٌ توکي چوٿين آسمان جو سير ڪرايان. بادشاهه هنکي لعل ڏني. اُنهيءَ ساڳيءَ رات بادشاهه خواب ۾ ڏٺو ته آءٌ اُڏامي اچي عرش تي پهتو آهيان ۽ اُتي جا ٿو ڏسان ته هڪ چوڌري وارو محلات آهي، جنهن مان لنگهي پين عاليشان عمارتن ڏي پيو وڃان. بهشت جي جاين جو ديدار ڪندو بادشاهه اڳيرو وڌي ڏسي ته سبحان الله! هڪ لاثاني مسجد سو قبن سان نهايت گهڻو نمايو ڪيو بيٺي آهي، مسجد کي ٻه دروازا آهن: هڪڙو اُڀرندي ته ٻيو ڏکڻ. خواب ۾ بادشاهه ڏاکڻي دروازي کان لنگهي اندر ٿيو ته اُها جٽسالي ۽ ڪمانگري نظر آيس، جو حيرت ۾ حوصلو وڃائون ٿي ويس. اُها ملائڪن جي محنت ڏسي بادشاهه ننڊ ۾ اُقرڪرڻ لڳو:

شاهه جهان بگويد اين مسجد واهه واهه
بلکه فلک بگفتن في احسن

شاهه جهان بادشاهه اهي لفظ ننڊ ۾ چيا ۽ راڻي ممتاز بيگم ٻڌو ته بادشاهه سلامت ڪجهه مونکي چيو، سو ورجائي ٻڌايئيس ته توهان هينئر ڇا فرمايو؟ اتي بادشاهه جون اُما الڪ اکيون پٽيون ۽ راڻي کي چيائين ته تو ناحق مونکي ننڊ مان اُٿاريو؛ آءٌ هنوقت چوٿين آسمان ۾ هوس ۽ ملائڪن جي جوڙيل هڪ بي نظير مسجد

جو ديدار ڪري رهيو هوس. پس پوءِ بادشاهه بيدار
ٿي اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ خواب ۾ جيڪا بهشتي مسجد ڏٺي
هُئائين، تنهن جو خاڪو ڪڍڻ لڳو. صبح ٿيڻ سان بادشاهه
اُهو نقشو اميرن ۽ وزيرن کي ڏيکاري حڪم ڪيو ته هن
نقشي پٽاندر هڪ مسجد نئين ۾ جوڙايو. بادشاهه جي هن
حڪم جاري ٿيڻ کان سگهوئي پوءِ ڪيئي قابل ڪاريگر
اچي نئين ۾ ڪٺا ٿيا، مگر ڪم ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ خاڪي
تي خيال ڪري ظاهر ڪيائون ته خاڪي ۾ ضرور ڪا
خامي آهي؛ ڇاڪاڻ ته جنهن نموني نقشو نڪتل آهي، تنهن
نموني ڏولائتي مسجد ٺهڻ ناممڪن آهي. هيءَ ڳالهه آخر
بادشاهه جي ڌيان تي آئي، تنهن غصي ۾ ڀرجي چيو ته منهنجي
ڪڍيل خاڪي ۾ ڪا به خامي ڪانهي ۽ هن نقشي
پٽاندر جيڪڏهين ڪاريگر مسجد نه جوڙيندا ته ڪين ڦاهي
چاڙهيندس! هي نادري حڪم ٻڌي هڪ نوجوان معمار
جنهن جي ارڙهن ورهين کن ڄمار هئي، سو پنهنجي ساهه
بچائڻ سانگي کسڪي اُٿي ڀڳو ۽ هڪلي ڏانهن رخ
رکيائين. اُن وقت نڪرڻ تي هڪ ڪامل شخص
ويٺو هو، تنهن کولي پڇيس ته ڇو هيئن ڀڳو ٿو وڃين؟
ڪاريگر سارو قصو ٻڌايس. تنهن تي فقير چيس ته ڀڄگو، جيڪڏهين
بادشاهه کي پوري طرح نقشو ڪڍڻ نه آيو آهي ته تون روبرو اُها
مسجد ڏسي اُنجو خاڪو پنهنجي دل سان ڪڍي پوءِ

وڃي مسجد جوڙي بادشاھ جي دل خوش ڪر. نوجوان معمار چيس تہ آءٌ ڪيئن جوتيئن آسمان ۾ ٺاھي سگھندس، جو نقشو ڪڍي ايندس؟ فقير چيس تہ پاڻ، تون ھيڏي آءُ، تہ آءٌ توکي مٿي پھچايان. فقير پوءِ پنھنجا ھٿ پنھنجن ھٿن ۾ جھلي پنھنجي ھڪ ٽنگ ڊگھي ڪئي ۽ چيائينس تہ ھاڻ پنھنجا پير منھنجي پير تي رک. ھن ڪاريگر ائين ڪيو تہ فقير اھڙي زور سان اُڇل ڏنيس، جو ھو جوان ھل ڪائيندو عرش ڏي اُڏامي ويو؛ وڃي جوتيئن آسمان ۾ پھتو! اُتي ھن ڪاريگر ساڳي اُھا مسجد ڏٺي، جا بادشاھ خواب ۾ ڏٺي ھئي. ڪاريگر اُنھيءَ مسجد جو پوري طرح نقشو ڪڍي پوءِ پنھنجو قلم ھيٺ ڪيرايو تہ فقير اُمالڪ جھٽي ھيٺ لاٿس. ھيءُ ڪاريگر پوءِ ڪُڏنيون ھڻندو موٽي ٺٽي جي شھر ۾ ويو؛ ٻين ڪاريگرن جي مدد سان بادشاھ جي دل وڻان اِھا عمدي مسجد جوڙي تيار ڪيائين.

مسجد جڙي تيار ٿي، تہ منجھس اِھا خامي رھجي ويئي، جو اُنجو مُنھن سڌو ڪعبي شريف ڏي نہ ھو. ڪنھن وقت مخدوم نوح ھالن وارو ٺٽي ۾ آيو، تنھن اِھا خامي ڏسي ڌڻي جي درگاھ ۾ سوال ڪيو تہ مسجد بالمراد و ڦري ڪعبي شريف ڏانھن سڌي ٿي بيھي! اِھو اھڙيءَ طرح جڏھين ڪرامت تي ڪرامت ٿي آھي، تڏھين ھيڏي لاثاني مسجد جڙي آھي.

## ساموئي ۽ ميلا يا

سمن جي صاحبيءَ ۾ ڳاڏيءَ جو ننڍو ڳوٺ هو، جو ساموئي هئي. اهو آڳاٽو ڳاڏيءَ جو ننڍو اڄ هڪڙو ننڍڙو ڳوٺ آهي، جو مڪلي ٽڪريءَ جي اتر طرف سنهي جيڙي تي آهي ۽ ٺٽي کان ڏيڍ ڪوهه کن پري اتر اولهندي طرف هڪ مٿانهين پٽ تي آهي ۽ اتي جي مسجد پريان ئي پيئي ڏسجي. اتي شيخ حماد جي تربت آهي. هي شيخ صاحب پهريون سنڌي شاعر هو. هن کانپوءِ قاضي قاضن ٺٽي وارو ۽ پوءِ شاهه ڪريم ٻلڙيءَ وارو ۽ تنهن کانپوءِ شاهه عنايت صوفي جهوڪ وارو ۽ شاهه ڀٽائي هاڪارا شاعر ٿيا.

ساموئيءَ ۾ ٽي تربتون آهن، جي اڇيون سنهيون ٺهيل نه آهن ۽ پرانهين حال سان پر هاڪاريون آهن. هڪڙي تربت جام تماچيءَ جي آهي ۽ ٻي نوري مهاڻي ذات جي گندريءَ جا سندس پٽ راڻي هئي، تنهنجي آهي. هي جوڙو سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي ۽ شاهه جي رسالي ۾ هن بابت نهايت عمدا بيت آهن. جام تماچيءَ جي دل نوريءَ تي ڪيئن لڳي، سا ڳالهه جي اڄ اکين سان ڏسڻي اٿو ته هلو ميلا پن ڏي.

ميلا پن ڏي وڃڻ لاءِ ٺٽي کان رستو آهي ۽ ڪنهنکي جيڪر آرام کان اوڏانهين وڃڻو هجي ته جهمپير اسٽيشن تي لهي ڪڏهن ۽ سونهارن کان وڃي. هتي سونهري ۽ ڪنجهر ڍنڍون هڪ ٻئي کي نزديڪ آهن. جو ننڍا ته اصل هڪڙي ٻئي ڍنڍ

مٿي ۽ ٻوڙ وچ وارو ٽڪر سڪي ويو ته ٻه جدا ڍنڍيون
ٿي پيون، جن مان ڪنجهر جي ڍنڍ جو گرد و ڪنڌ وقت
ٻنهنجي نوبت نون ڪوهن ۾ وڇائي رهيو هو ۽ سونهري
ڍنڍ جو گرد و پارهن ڪوهن کان به ٻاهر هو! هنوقت به
برساتي موسم ۾ هي ٻئي ڍنڍيون گڏجي هڪ ٻڪي
پاڻيءَ جي چڙ، تي پونديون آهن ۽ جڳو اٿاءُ لڳي ويندو آهي.
اهڙو عمدو نظارو ساڄيءَ سنڌ ۾ ٻيو ڪٿي به نظر نه ايندو،
جا ڪاڻ ته سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن به هنڌ هيڏيون وڏيون
ڍنڍيون هڪ ٻئي کي اهڙو نزديڪ نه آهن، تنهنڪا نسواءِ
پيلن جي ٻه آهي ۽ ٽڪريون به جو تيون ڪيڏيو پيئيون
آهن ته نظارو هيڪاري نزاڪت ڀريو ڀو لڳي. برهي
سامهون ڏسو ته ڇا آهي؟ هيمان ڪنجهر جي ڍنڍ ۽ مٿان
ٽڪريءَ تي جام تماچيءَ جي ڊنل ماڙي! هيمٿر رڳو ٻنهنجو
ٿورو خيال ڊوڙائيندا ته اوهانکي ائين سمجهڻ ۾ ايندو
ته ڍنڍ ۾ نوري ويٺي مڇي ماري ۽ جام تماچي مٿان
ماڙيءَ مان منهن ڪڍيو پيو هنڌي نهاري. اجهي هي آهن
ٻه، مڇي ۽ لوڙهه، جي سمي کي سوکڙيءَ ۾ مليا هئا.

جام تماچي آيو مٿي ٽڙ ٽڪر،
اچي پيس او جتي نوريءَ تي نگاهه،
تنهنکي گنڊري جوڻ گناهه،

---

لفاهه — تنها، اکيلو،

جنهنجي جهوائي جهڙا جهاز هيو. ( شاهه )

هي عاشقن جو آستان ڏسي دل ۾ عجيب جنبش ٿي جاڳي ۽ بامراد ۽ اهو خيال هيو ٿئي ته ڪنهنجهر ڏينهن جي ڪنڌيءَ وٽ گوڏا کوڙي مالڪ جي ماڙيءَ ۾ اکيون اٽڪائي شاهه لطيف واري لات لنوجي ته:—

تون سمو آءٌ گندري مون ۾ عيبن لک،
هن منهنجي حال جي توکي سڀ ڀرڪ،
ڪارڻ رب آلڪ، متان ماڳ مٽئين.

## سجاول جو سير

ٽني ڪان آئن تي چڙهي تي ڪوهه ڪن بند ڪري أئن سوڏو وجي جهاز تي چڙهيا سين. اڳي عمر ڪس ( روهڙي ) ۽ سکر جي وچ ۾ گدو بندر ۽ ڪوٽڙيءَ جي وچ ۾ جهاز هلندا هئا، جي پلين لوڻ ڪاٺ ۽ ٻيو ۽ بند تي وڃا. سانجهي سند ۾ هاڻ هي ڪڙوئي هند آهي، جتي پتڻ اڪارڻ لاءِ جهاز آهي. اهو ڏانڪن ۽ سيدپور جو پتڻ ڪري سڏ جي تو، مگر جهاز ڪڏهين ماڇين جي ڳوٺ وٽ ۽ ڪڏهين ٻهاي جي ڳوٺ وٽ اچي مسافرن کي لاهي ٿو. هتي بعضي واڳو درياهه مان نڪري ڪنڌيءَ تي اچي ويهندا آهن. جهڙڪن ۽ ڪوٽڙيءَ ڏي واڳو ڪو نه ڏسبو آهي، باقي بگهاڙ واهه ته واڳن جو گهر آهي.

---

ماڳ — مهاڳي، ماڳي مارڻ واري.

ٻيلي جي ڳوٺ کي بچاءَ لاءِ بند ڏنل آهي. سجاول ۾ گهوڙا رو دام، بازار جي وچ ماڻ ٻڌو وڃي! سجاول جي ٻرپان ڀاجر جي ڊنڊ آهي، جتي ماڇرن جو آزار تمام گهڻو آهي. اُتي ڀاڻو سج ٻيڻي ماني کائي اُٿن. سج لٿي کانپوءِ اُتي ڪو ڪاڇڙي کائيندو ته ڏاڍي ۾ ايترا ماڇر اچي پوندا، جو ڪاڇڙي ڀري ماڇرن جو ڀلاءُ ٿي پوندي! سجاول ڀاسي ٿڌا ٿيندا آهن. سجاول جي سير ڪرڻ کان ٿڌو وجهائي سمهي ٻڌجي اِترا هو بهتر آهي، جو هتي اجايون تڪڳون هٽڻيون آهن، ڏسڻ جهڙو هند هڪڙو به ڪونهي.

## شاهه بندر جو شهر

شاهه بندر جو شهر غلام شاهه ڪلهوڙي سنه ۱۷۵۹ع ۾ پڌايو هو. هتي سنڌ س بندرهن جهاز بيٺل هئا، تنهنڪري سنڌ س نالي پنيان شاهه بندر سڏجڻ لڳو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ وارن اورنگا بندر (ڪراچي رامباغ) تان ڪوٺي ڪٽي هتي آڻي وڌي هئي. اڳي هتان جهاز هلندا هئا؛ مگر سنه ۱۸۱۹ع ۾ هن ڀاسي ڌرتي ڏري، تنهن حالتون اهڙو قيري ڇڏيون، جو سگهوئي شاهه بندر جو اوج اُڏامي ويو. هيئنر شاهه بندر "هڪ ننڍو ڳوٺ آهي" اُجاڙو پيو آهي.

شاهه بندر تعلقي ۾ ڳوٺ جوهڙ جمالي وري ۾ ڪنهن حال ۾ آهي. جوهڙ جمالي جي نزديڪ ابن شاهه جا

ٽڪر آهن ۽ ٽڪر تي ابن شاهه جي تربت آهي. جو ٽڪا ته هي وڏو اوليا ٿي گذريو آهي، پر ڪير هو ۽ ڪٿي ڪٿان آيو، تنهن ڳالهه جي مجاور کي به پوري سڌ ڪانه هئي.

جونڙ جمالي ۽ لاڏين جي وچ ۾ شاهه يقيق جي درگاهه آهي. درگاهه ۾ اندر ٻه تربتون آهن، جن تي نڪو اکر لکيل آهي. سندس احوال جي مجاور کي، پر خبر ڪانه هئي؛ رڳو ايترو پتو پيائين ته هي اوليا جوانيءَ ۾ شهيد ٿيو هو. هن اوليا ۾ گهڻن جو صدق ٿو ڏسجي. هتي هرسال جيٺ جي ماهه پهرئين آرتوار تي ميلو لڳندو آهي، جو ٽي چار ڏينهن ساندهه هلندو آهي. هيڏڙي ڳوٺ ۾ ميلي تي پندرهن هزار آدمن جي ڪٺ ٿو ٿئي! ميلي ۾ هٽ بازاريون کلنديون آهن ته جهنگ ۾ رنگ لڳي ويندو آهي ۽ سرڪاري تخميني موجب انهن ٽن چئن ڏينهن ۾ اٽي ويهن هزارن رپين جو مال کپي ٿو!

شاهه پندر جي تعلقي آفيس اصل شاهه پندر ۾ هئي، پر پوءِ ١٨٩٢ع جي آخر ڌاري مختيارڪار جو هيڊڪوارٽر لاڏيون ڪيائون. لاڏين ۾ هاڻ ڊاڪٽر جي اسپتال ۽ ٻيون ٻه ٽي جايون جڙيون آهن ته ڳوٺ ڪنهن حال ۾ ٿيو آهي. آءٌ هتي ١٩١١ع ۾ آيو هوس، تڏهين ڊاڪٽر جي اسپتال هڪ ڪکائين پڙن ۾ هئي. مختيارڪار جنهن جاءِ ۾ رهندو ٿي، سا مٽيءَ جي هئي، پر اهڙي جو مون

سمجھو تہ ھيڪڙ ھين ھہ چار ڄڻن کان ٻي ڄڻي زور سان نچن تہ ڇت ھيٺ ايندا، ٻار مٿان!! ھتي اٽڪل ڇھہ سؤ آدم رھي ٿو، ھر سڀ امڙا ٽڙيا پکڙيا ويٺا آھن، جو سمجھجي ٿي ڪين ٿو تہ ڪو ايترو آدم آھي. ھتي اسان ٻچا ھہ تي ڇٽا بلڪل چڱيطرح واقف ھئا، تن کي چيوسون تہ ھنجا مڙيا نائي گھرائي ڏيو تہ چيائون تہ امڙو ڪم ھتي ڇاٽي ڪون! ڀلا ڪتني گھرائي ڏيو تہ ميرا ڪپڙا ڏيونس. جي ھتي سڀڪو پنھنجو ڪتني ٻار آھي! تڏھين ڀلا صاحب گھرائي حال ھہ تي ڪپڙا پنھنجي نوڪر کان ڌئاري ٿا وٺن. جي صاحب اول ملي جو ٿو؟ ڪلھدي ڪلھدي پيٽ ھر سور پنھنجي ويو، ھر سور سانڊ جھڙا اسين ھہ ڪين ھئا سين. سگھوئي ھڪ راڳيندڙ ھٿ ڪيوسين، جنھن کي ھيڏين ڪافي نھي ڏني سون، جا رات جو ڪاردار کي ڳاڻائي ٻڌائي سون:

لاڏين ھہ ڪاردار حڪم ملي ٿو سڀ ھہ

١ ھہ گھر ٻاتين ھہ لھاٽن جا ڀريا، ٿورا گھر مھاٽن جا
جملي تيھہ تہ ٻسيار حڪم ملي ٿو سڀ ھہ

٢ آدمشماريءَ موجب ماڙھون پنڌھہ سينڌ يون جتيھہ ڏاڙھيون
ٻار ٻاويھہ شمار حڪم ملي ٿو سڀ ھہ

٣ باغ ٻاجي موريءَ توري ھيترن جٽن کي ڪيٽن يوي ٻوري
دال تي زور ڏبار حڪم ملي ٿو سڀ ھہ

٤ ڳوٺ سنجهي ۾ ڏوهي نه نالي سختي ۾ ٿي سختي سپاهي
صاحب نه آهي ڪار حڪم ملي ٿو سنج ۾

٥ تعلقي سنجهي ۾ ڳوٺ آمر عالي نالو تنهنجو جو مڙ جمالي
آئي سونهي ڪاردار حڪم ملي ٿو سنج ۾ .

مختيارڪار بابت قبول ڪيو ته جو مڙ جمالي ۽ جو ڳوٺ لاڏين کان ڇڱو آهي، مگر جيائين ته آتي ٻاظئي جي اُٿل جو ڏپ آهي، تنهنڪري تعلقي آفيس هتي ڪئي اٿن.

شاهه بندر ٻاسي ڪيترين لوڻ جون کاڻيون آهن، جن ۾ لکين من لوڻ آهي. سن ١٨٥٣ع ڌاري رٽ هٽي ته لوڻ اُتان ڪڍائي بمبئي ۽ ڪلڪتي ٻاسي وڪري لاءِ موڪلجي، پر هاڻ اها رٽ نه ٿيڻي. هن ٻاسي ڪار ٻندي آهي. مٿين ڪاوڙي ۾ جيل آهي ته ”صاحب نه آهي ڪار،“ سو رڳو صاحب اُنوقت ڪو نه ملي سگهيو هو، تنهنڪري صاحب سان گڏ ڪار جو نالو فقط ڌافير ٻيها رڻ لاءِ آندو ويو آهي.

## جاتيءَ جا جشن

جاتي تعلقي جو مختيارڪار مغاهين ۾ رهي ٿو. مغل ۽ ٻين نالن مان يڪو نالو مغاهين ڏاهو اٿن. ٻين ذات جو سومرو هو ۽ دودي جنيسر جي آڪهه مان هو. هو شاهاڻي نسل جو هو، پر دل ڏي درويشي جو خيال ٻيس، تنهنڪري ابا ٻو گهر ڇڏي گهڻدو ڦرندو اچي اتي

هڪ ڪارو پٿر رکيل آهي، جنهن جي تور ڏيڍ مڻ کن بيشڪ ٿيندي. چون ٿا ته اُنهيءَ پٿر ۾ اهڙي ڪرامت آهي، جو ڪنهن کي تپ ڏاڍو ٿئي، ته اُنهيءَ پٿر تان هٿ ڦيري ٻالڪي لائي ته آٽپچو نؤ ٿيندو! هن درگاهه تي هر سال ڦڳڻ مهني جي ٽيويهين تاريخ کان وٺي ميلو لڳندو آهي، جو ڇيٺي چنڊ تائين هلندو آهي. ميلي جي پهرئين ڏينهن اُچ ڪندا آهن يعني تربتن کي اُجي پوچي ڏيندا آهن. هتي جماي چار تربتون آهن: هڪ مغل جي، ٻي پيرن جي، ٽين ٻين جي ڏاڏي جي ۽ چوٿين سندس پوٽي جي. شايد پين جا مت مائٽ هتي آيا هئا، جنهن ڪري اُنهن جون تربتون هتي آهن. اُچ ڪرڻ لاءِ ڪيترا شهر جا ماڻهو کير ڏيئي ويندا آهن، جو جن سان ملائي اُن سان پوچي ڏيندا آهن. ميلي جي پنجين ڏينهن پوريندي شرط هيٺين ڪن جو تربتن تان سيٺئي پرلاهي آهي گونگرو واهه ۾ جڳءِ طرح ڌوئي صاف ڪري پوءِ موٽائي تربتن تي چاڙهيندا آهن. هن ميلي تي اٽڪل ڏهه هزار آدم اچي ڪٺو ٿيندو آهي ۽ سرڪاري تخميني موجب هفتي کن ۾ ويهن هزارن جو مال وڪامندو آهي.

اسانوت بيعقل ماڻهوءَ جي نالي چون ته ”هي جاتي جو جت آهي“. مغلپين ۾ ٻالڪا ڪيم ته ائين جو جوندا آهن؟ تنهن تي ڪنهن جت جي هڪ مزيدار ڳالهه ٻڌائيون،

جي هڪ لڱا ڪو جت هن درگاهہ جي زيارت لاء آيو هو. درگاهہ ۾ هڪ وڏي آرسي رکيل آهي، جا اسان ناٿ ۾ ڏٺي. هن جت اُنهيءَ آرسيءَ ۾ پنهنجي شڪل ڏسي ائين پانيو تہ پير سائين اهو آهي! جڏهين موٽي گهر ويو، تڏهين پارن پڇن پڇيس تہ ڇا ڏسي آيا؟ جت جيئن تہ کهڙي ڳالهہ ڪريان! پير سائين ۾ همت ۾ پير پنهہ مون جهڙو هو!! پڳ ۾ مون جهڙي پڌل هيس ۽ نهاريائين ۾ مون وانگر ٿي؛ مطلب تہ توهان مونکي ڏٺو تہ ڄڻ تہ توهان پير سائين ڏٺو!!! ٺيڪ، جاتي جا جت، ٺيڪ!

لکپت ڏي وڃڻ لاء مغلپين کان وات آهي ۽ ڪوري جي کاري لنگهڻي پوي ٿي. جيڪي ماٺهو پترن پولائڻ لاء نارائڻ سر ويندا آهن، تنکي هتان لنگهڻو پوندو آهي. هي رڻ جو پاسو آهي ۽ وات تي هوا اهڙي پيٺي لڳي، جو پيٺڻ لاء جيڪو مذو پاٺي ناڻ سان کڻجي، سو جلدئي ڏائقو مٺائي کارو ٿيو پوي! کارئي جي اورئين پاسي انگريز سرڪار جي حد ۾ ڪڇ جي راو هڪ نئڊي ڏرمسال جاتين جي سهنج لاء جوڙائي آهي؛ اي ڏرمسال اُنهي پنهہ سامهون پرپنءَ پر راء جي حد ۾ آهي. نارائڻ سر ۽ ڪوٽيسر پٽي هڪ پٽي جي نزديڪ آهن. پترن پولائڻ جي ڳالهہ نسوري لڳي آهي. هماڏو رڻ جدا ڳي ۽ ڪشالا ڪري وڃي ناڻ لڳائجي، تنهن جهڙي ڪم عقلي اي ٿي ڪهن

سگهنديءَ ڀر اسانجون ڪن ماڻهن کي انڌو ڀيڙيندو آهي،
تنهنڪري اوڏانهين وڃن ٿا.

مغلڀين کان ڏهه ڪوهه ڪن ڀري سنڌ ڀندر آهي، جنهن
تي "سنڌو" نالي هڪ ننڍي ڳوٺ تان نالو پيو آهي.
اتي "سير" نالي ڪاري ڀيٽي وهي، تنهنڪري اُنکي
"سير ڳنڍو" به چوندا آهن. هن بندر جو ليکپٽ ۽
ڪيترن سالن سان ٻين ۽ ٻين جنسن جو چڱو واپار هلي ٿو. هتان
هر سال سٽون اٺن لکن رپين جي مال جي روانگي ٿئي ٿي
۽ اُنهي جي اڌ جيتري آمدني به ٿئي ٿي؛ تنهنڪري
هتي سرڪاري ڪسٽم آفيس آهي، جا ڪراچيءَ واري
ڪسٽم آفيس جي شاخ آهي.

مغلڀين کان اڍائي ڪوهه ڪن ڀري اُتر اُڀرندي طرف
نند ڪوٽ آهي. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان اڳ هتي
نند نالي هڪ راجا هو، تنهنجو هتي ڪوٽ هو، جو هاڻ ڊهي
ڦٽي ويو آهي. جونڪا ته اُنهيءَ ڀڙي (ڊنل ڪوٽ) ۾
جهنجهوڏن ٻوريل آهي. اسانکي جيڪڏهين اهڙي خبر
اڳوات ملي ها ته زمين کوٽڻ لاءِ ٻاڻ سان ڪوڏريون ڪٽي
وڃون ها! جرجو چڱي سائيٽ ۾ ڇڪائجي ٿو ته هن ٻاسيءَ جي
شاهوڪاريءَ جي اڄتائين گهٽي هاڪ آهي. مغلڀين جي
ڀرسان رڙهيءَ نالي ڳوٺ آهي، جو اٽڪل هڪ سو سالن کان
ڦٽي ويو آهي. هاڻ اُتي رڳي ٿورا ڊنل ڦٽا پيا آهن، جن

ماڻ هتي وڏو قبو خواجن جي پير ميان نور شاهه جو آهي.
هن رڙهيءَ جا سيٺيون ڪيتري قدر شاهوڪار هئا، تنهن جو پتو هيٺين ڳالهه مان پوندو. چوندا ته هڪ لڱا اڪبر بادشاهه کي پرچون (ريزو) جو ڪم پيو، سو جا ڪيائين جو اُتي جو ساڳيو رپين سان لڏائي هن پاسي موڪليائين ۽ رڙهيءَ جي هڪڙي ئي شاهوڪار اُنهن سيٺي رپين جو ريزو ڏنو!! اَڄ به اُنهيءَ پاسي ڪو اهڙنگا سيٺ نگا خرچ ڪري ته هنکي طعني طور چون ته "رڙهيءَ جو شاهوڪار آهين ڪيڏو؟" اُنهيءَ ساڳيءَ رڙهيءَ پاسي اڄ ڏسو ته ڪي اهڙا ٻه ليندا، جي هڪڙو ويلو کائين ته ٻئي ويلي لاءِ پيا واجهائين.
"سڄ به پاڇا" جيو اُتي، سو ڪوڙ ڪونهي.

## جهوڪ شريف

ميرپور بٺوري تعلقي جو ماڻ ۽ مرتبو جهوڪ شريف جي ڪري مٿي آهي. ميرپور بٺوري کان جهوڪ شريف سادا ٽي ڪوهه پري مولاچند واهه جي ڪلهي تي آهي. ڪنهن سمي ۾ هي ڳوٺ نهايت سرسبز ۽ آباد هو ۽ اڄ جيتوڻيڪ اڳوڻي رونق ڪانه آٿس، ته به شاهه عنايت الله صوفيءَ جي درگاهه اُتي هئڻ سبب سڄي تعلقي کي شرف مليو آهي. هن ڳوٺ جو اصل نالو ميرانپور آهي، مگر شاهه صاحب وٽ هزارين مريد ۽ معتقد صفن جون صفون ٻڌي گوڏا جهڪائي ويهندا هئا ۽ آئي وئي جي تڙڳي وهڻن جي جهوڪ اِتي

هئي، تنهنڪري ڳوٺ تي ”جهوڪ“ نالي پئجي ويو.

سنڌ ۾ تصوف جو بنياد وجهندڙ شاهه عنايت الله هو. هن درگاهه تي شاهه لطيف به زيارت ڪئي هئي. هاڪارو دلپت صوفي به هتي سر جهڪائي ويو آهي ۽ روهڙيءَ جو هاڪارو بيدل فقير به هتي سجدو سلام ڪري ويو آهي. ڏوري ناري پاسي جو صوفي فقير جو ڳوٺ آهي، تنهن ڳوٺ جو بنياد وجهندڙ محمد صادق صوفي (صديق فقير) به هن درگاهه جو مريد هو ۽ اڄ به سنڌ جا سوين صوفي توڙي پيا هتي هر سال ميلي وارن ڏينهن ۾ زيارت لاءِ اچن ٿا. شاهه عنايت الله صاحب کي عام طرح ”صوفين جو سرتاج“ سڏيندا آهن ۽ ڪي ”عاشقن جو سردار“ به ڪوٺيندا آهن. شاهه صاحب جا هزارين مريد هئا، تنهنڪري ميان يار محمد ڪلهوڙي هنتي اها رپورٽ ڪئي ته هي باغي آهي ۽ سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ لشڪر ڪٺا تو ڪري! دهليءَ جي بادشاهه حڪم ڪيو ته اهڙي باغيءَ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري اسان ڏي موڪليو. هن الله جي عاشق کي ترار هڻيائون ته ڪجهه اثر نه ٿيو. هن پوءِ پنهنجي مرشد وٽان مليل ترار جلاد کي ڏيئي چيو ته هن تلوار سان منهنجي سسيءَ لهڻ جو قرار آهي، تنهنڪري اها ڪتب آڻ. اوڏي مهل تو ريون مهرون ڪيڏي جلاد کي ڏنائين، جي منهنجي سسيءَ لاهڻ جي تڪليف تو ولين، تنهن لاءِ هي

توکي ٿورو انعام ڏياڙو! جنهن مهل سسي لهي ڏڙ کان ڏار ٿي، تنهن مهل جلاد کي چيائين تہ:—

رهانيدي مرا از قيد هستي
جزاک الله في الدارين خيرا

يعني مونکي هستيءَ جي قيد کان ڇڏايو اٿيئي؛ ڏڻي اُجورو ڏيندءِ، ٻنهي جهانن ۾ خير ٿيندءِ! هي انسان، کين ملائڪ!! هنجو درجو ملائڪن کان بہ مٿي جنجو ۽ هنکي جيڪڏهين عاشقن جو سردار سڏين ٿا تہ اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. هي صوفين جو سرتاج صفر مهني جي سترهين تاريخ شهادت کي رسيو هو، تنهنڪري هر سال اُنهيءَ تاريخ کا نوني تي ڏيهن ساندهہ هتي وڏو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترا صوفي ۽ ٻيا ماڻهو اچي ڪٺا ٿيندا آهن ۽ اُها موج مچائيندا آهن، جنهنجي بيان ڪرڻ جي قلم کي طاقت ڪانهي.

جهوڪ شريف واري درگاهہ تي ڪو عجيب ڪاريگري جو ڪم ٿيل ڪونهي، جنهنجو ذڪر ڪجي. درگاهہ جو اڱڻ نهايت ڪشادو آهي ۽ پر ۾ مسجد اٿس. هن درگاهہ جي زيارت ڪري ٿوروئي اڳيرو هلبو تہ ڪراچي ضلعي جي حد اُنهي پاسي پوري ٿيندي ۽ حيدرآباد ضلعي جي حد شروع ٿيندي. هي ٻئي ضلعا ڏاڍي عمدي، هنڌ پاڻ اچي گڏيا آهن. جهوڪ شريف ۾ شاهہ عنايت الله جي

درگاهہ ۽ پريان رڳو ڏيڍ ڪوهہ کن پنڌ تي ٻلڙي شريف ۾ شاهہ ڪريم جي درگاهہ! هنن ٻن هاڪارين درگاهن جي وچ ۾ سنڌ جا هي ٻہ وڏا هاڪارا ضلعا هڪ ٻئي کي ٻاکر پائي اچي گڏيا آهن، گويا درويشن جا در ڇهلي اچي ٻيٺا آهن ۽ دم دم دعا پئي رهيا آهن!

"سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار" (شاهہ)

ڪراچي ضلعي کي ته شايد درويشن جي درگاهن سان دل آهي. ڪراچي ضلعو لڪي جو ٽيرت ڪري اڳيرو وڌي وڃي لاڙڪاڻي ضلعي سان لڳو آهي ۽ اُتي هنڌ چڙهه ته اهي ٻئي ضلعا شهباز قلندر جي درگاهہ جو در ڇهلي ٻيٺا آهن!

## جهرڪن جو پاسو

اميرپير جو هڪڙو ميلو مغلپين کان اٺ ڪوهہ کن پري شاهہ ڪپور ۾ لڳندو آهي ۽ ٻيو دادوءَ پاسي لڳندو آهي، پر اسين جنهن درگاهہ جو ذڪر ڪريو نٿا سا جهمپير شٽيشن کان ٻہ ڪوهہ کن پري سونهري ڏنڊ جي مٿان، ٽڪريءَ تي ٻيٺل آهي. اميرپير جي تربت مٿي درگاهہ ۾ ڪانهي، پر هيٺ ٽڪر جي جڙ ۾ آهي. هيٺ لهي وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. ڏاڪڻ لهي هيٺ ٿبو ته اول هڪ جاءِ ايندي، جنهن ۾ زيارتي اچي رهندا آهن، اُتي کانپوءِ هڪ نڪيڙو آڳنڊ آهي، جنهن ۾ وڻڪار لڳي پيئي آهي ۽ اُنکان پوءِ اوندا هي غار ۾ تربت آهي.

اميرپير خواجن جو پير آهي. هن وقت جيڪو خواجن جو پير هزهائينس آغا خان آهي، تنهنجو ڏاڏو انگريزن جي صاحبيءَ کان ٿورائي سال اڳي ايران کان سنڌ ۾ آيو هو ۽ مياڻيءَ واري لڙائيءَ ڪانپوءِ سر چارلس نيپيئر هن کي اوڀي لشڪر جو سردار مقرر ڪيو هو. اڳي ملٽري ڊيپو جهرڪن ۾ هو ۽ اوڀي لشڪر اُتي رهندو هو.

خواجن جي پير سان گڏ گهڻا خواجا هن پاسي آيا ۽ پنهنجي بنگلا جي هتي وڏائون ۽ اڄتائين ڪيترن خواجن جون جايون هن ٽڪريءَ تي آهن ۽ هزهائينس آغا خان جو بنگلو به اُتي آهي، اهوئي سبب آهي، جنهنڪري هتي اميرپير جي درگاهه آهي ۽ اڄتائين هر سال اُتي ميلو لڳندو آهي.

جهرڪن کان ڏيڍ ڪوهه ڪن پري ٺٽي تعلقي جي ديهه شيخاڻيءَ ۾ هڪ خلاصي ٽڪريءَ تي پڊ ڌرم جي هڪ آڳاٽي شهر جو ويرانو آهي. هتي هڪ وڏو مندر ٺهيل هو، جو ساڃو ڊٺو پيو آهي، مگر بنياد اجا ظاهر پيو آهي. هتان اڳي گوتم پڊ جون شڪليون ۽ ٻيون گهڻيون شيون لڌيون اٿن. جونڪا ته اهو مندر اصل قلعي جي نموني ٺهيل هو. اڄتائين مسلمان اُنکي "ڪافرڪوٽ" ڪري ٿا سڏين ۽ هندو چون ته هي راجا ماڻڪ راءِ جو ڪوٽ آهي. اِهي ٽڪر درياهه جي پرين پر ٺٽي محمد خان طرف به آهن ۽ ڳام طرح "پڊ ڪا ٽڪر" سڏجن ٿا.

## ڪوهستان

ڪوهستان سنڌ جو جابلو پاڱو آهي، تنهنڪري اهو نالو پيو اٿس. هنجي ايراضي ڇهن پنجن هزارن چورس ميلن ۾ آهي ۽ گهڻو ترجبل سان ڍڪيو پيو آهي. هنجو پٽر ڇن پٽر آهي، تنهنڪري بولهاڙي سٽيشن ڄانهن چن جا ڪارخانا آهن ۽ اُتان چن جا گاڏن جا گاڏا پرچي ڪراچيءَ ڏي ويندا آهن.

جونئا ته ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڪوهستان جا ماڻهو ميرن کي ڍل ڪانه ڀريندا هئا، باقي هنڪي سنڌ جو حاڪم سمجهي اتفاق سان هن وقت سلام لاءِ ايندا هئا، نه ته هنن جو راڄ ئي پنهنجو هو ۽ خود مختيارئي گذاريندا هئا.

ڏاڍي بولاخان پاسي جيڪو سنڌن وڏيرو آهي، سو اڄ ۾ "مَلڪ" يعني بادشاهه سڏجي ٿو ۽ هنجي گهڻي ملڪيت آهي. هي پرو جڪو ملڪ آهي، ۽ جابلو ملڪ هئڻ سبب هنجي کيتيءَ جو مدار اڪثر برسات جي پاڻيءَ تي آهي. ميٽنگ سٽيشن توڙي ڏاڍي بولاخان جي آب هوا باڪل سٺي آهي. اساڻجا ماڻهو سولن ۽ ٻين پاسي هوا بدلائڻ وڃن ٿا، تنهنڪان ڏاڍي بولاخان وڃن ته بهتر آهي. هتي نڪي گهڻي گرمي ۽ نڪي گهڻي سردي ٿئي، ۽ تنهنڪانسواءِ آب هوا اهڙي سٺي آهي، جو جيڪي ڪا به سو مصر، جنهن صورت ۾ حيدرآباد ۾ سلهه جي بيماريءَ

جي ڏانهن خاص ڪري ٻاڦيدار قوم ۾ گهڻي آهي، تنهن صورت ۾ هتي جيڪڏهن صحت گهرڻ لاءِ گهڻن جو پلوتي ٿيو. مٿيئنجي ٿاڻي ٻولاخان جي ملڪ سان ملاقات ٿي. هن جيو تہ جيڪڏهن هن ڀاسي ڪو موٽر ملائڻ جو بندوبست ڪري تہ اسين هوند رستي ڀاڙي ۾ جهڄجهي مدد ڏيونس ۽ ڪيتري خرچ کان جدائي جڏيونس. هتي جي پروجن ۾ حب قرب ۽ مهمان نوازيءَ جو انگہ جهڄجهو ٿي ڏنو.

## نئين ٻارن

ٿرپارڪر ضلعي وانگر ڪوهستان جي آباديءَ جو مدار اڪثر برسات تي آهي، تنهنڪري جيئن ٿر بابت چئبو آهي تہ "وسي تہ ٿر نہ تہ بر" تيئن ڪوهستان بابت ۾ چئي سگهجي ٿو تہ "وسي تہ ڪوهہ نہ تہ روهہ". حقيقتون ڪراچي طرف جا حب ندي آهي سا ۽ ملير نئين ڪوهستان سان لاڳو آهن، مگر ڪوهستان جي ٻي ڀاڱيداري نئين جا ٿاڻي ٻولاخان جي نزديڪ آهي، سا آهي نئين ٻارن. اما نئين کير ٿر جبل مان (جو نئينءَ تہ "وٽڪار" وٽان) نڪري سوڙهيون سگهرون ۽ ڀٽيارا ڀٽ لتاڙيندي ميٺنگ ۽ ٻولهاڙي شتيشتن وٽان لنگهي ٿي، جنهنڪري هلنديءَ گاڏيءَ مان ڀرڪ سٽهرايندي آهي. نئين ٻارن ادا واٽ وليو وڃيو ٿاڻي ٻولاخان جي سورجاڻي جبل وٽان وهي ٿي؛

سو رحاطي جبل جي هڪ لڪ يا گهاٽ جو نالو آهي "دراوتو" جو ڪوٽڙيءَ کان ڏهه ڪوهه پري آهي. اهو دراوتو نئن بارن جو در ( دروازو ) آهي ۽ اُتي هميشه اُونهو پاڻي هوندو آهي ۽ اُن ۾ واڳهو ڏسڻ ۾ ايندا آهن. نئن بارن انهي دراوتي مان لنگهي پوءِ سال مڪان نالي ڳوٺ ڏي وڃي ٿي، جو ڪوٽڙيءَ کان سٺن ڪوهن جي مفاصلي تي آهي. سال مڪان جي آباديءَ جو مدار نئن بارن جي پاڻيءَ تي آهي، تنهنڪري انهي پاسي چوڻي آهي ته "وسي جي وڪار ته سرهي ٿئي سال ڏياڻي" يعني کير ته جبل جي وڪار ڳوٺ ڏي وس ٿئي ٿي ته سال مڪان ۾ انهي پاڻيءَ جي ڪري گهر ڏياڻي کي سرهائي ٿئي ٿي. سال مڪان کانپوءِ نئن بارن ڪوٽڙيءَ جي پريان پن ڪوهن پنڌ تي ڏکڻ طرف سنڌو نديءَ ۾ اچي، زور سان وڃي چوڙ ڪندي آهي، جو اهو وقت نديءَ جي وڏڪ پنڌ ٿي ويندي آهي ۽ وقتي اوريون پر جو مال اُچليجي وڃي پرين پر پوندو آهي. مٿي نئن ڏيکڻ ۾ آهي ست ڪوهه کن ۽ ويڪر ۾ ڏيڍ ڪوهه کن (ڪٿي ته اڌ سوڙهي)، سو چئن مهينن برسات جي پاڻيءَ سان ڀرڪجي وهندي آهي، ته مهين ته ريل جو رستو به لوڙهي چڙهندي آهي ۽ ٿورا ڏينهن ريل گاڏيءَ جي آمد رفت بند ٿي ويندي آهي.

سال مڪان ۾ شيخ سومار نالي هڪ درويش جي

درگاهہ آهي، هن درويش جي گهڻين ڪرامتن جون ڳالهيون ڪندا آهن. هڪڙي ڳالهہ ٿا ڪن تہ ڪنهن وڏيريءَ جي مرضي ٿي تہ ڪوٽڙيءَ جي نزديڪ جا ويڙهہ آهي، سا وڍائي اُتان واهہ کوٽائي پنهنجي ٻوڪر جي پاڻيءَ لاءِ بندوبست ڪريان. ويڙهہ جي ماڻهن شيخ سومار کي چيو تہ اها ويڙهہ جي وڍجي ويندي تہ اسانجي مال لاءِ چارو ڪو نہ بچندو، جنهنڪري اسانجو مال بک وگهي مري ويندو. انهيءَ تي شيخ سومار چيو تہ "وڃ نہ وڍبا ويڙهہ جا، واهہ نہ وهندو وڏيريءَ جو." پس ٻوءِ ٿيو پرائين. وڏيريءَ گهڻيئي ٽڪا خرچيا، پر واهہ ۾ پاڻي نہ آيو ۽ هنجا خرچ اجايا ٿيا. انهي شيخ سوماري جي نالي جون ٿا تہ نڊّن ٻارن هن آندي. اهو شيخ صاحب ڪيرٿر جبل ۾ وٽڪار رهاسي رهندو هو ۽ اُتي پنهنجون مينهون پاڻ چاريندو هو. شيخ صاحب جي هڪ مينهن جو نالو هو "ٻارن،" جنهن تي هنجو تمام گهڻو پيار هو.

هڪ لڱا ڪي چور هن درويش جي سڀئي ڏڙڪان ڏار ڪري هنجون مينهون ڪاهي هليا ويا. شيخ صاحب جو موهہ پنهنجي ٻارن مينهن ۾ هو، تنهنڪري سندس سڀئي ناڻ ساهہ ڪين ويو. انهيءَ سڀئي "ٻارن، ٻارن" اهڙي زور سان ٻڪاريو، جو ڪيرٿر جبل تڪايو ڏيئي هڪ هنداڻ (وٽڪار جي نزديڪ) ڏري پيو ۽

جبل مان پاڻي ڳڙ ڳاٽ ڪري ڏاڍي زور شور سان وهڻ لڳو. پاڻيءَ جي وهڻ جو آواز ٻڌي شيخ صاحب ڀانيو ته منهنجي پارن ميٺن ڇورن کان پاڻ جدائي منهنجي پنيان ٿي اچي، هي اُنجو آواز آهي. شيخ صاحب جي سسيءَ ٻوءِ ڊوڙي ته پاڻي ٻه اُنجي پنيان ڊوڙيو. شيخ صاحب جي دل تي اِهوئي اثرهو ته منهنجي پارن ميٺن منهنجي پنيان ٿي ڊوڙي، تنهنڪري سسي هيڪاري تکڙو ڊوڙندي رهي. جڏهين سسي سورجاڻي جبل وٽ آئي، تڏهين شيخ صاحب کي خيال ٿيو ته منهنجي ميٺن جا منهنجي پنيان ڊوڙندي ٿيڻي اچي، سا هن جبل تي مشڪل چڙهي سگهندي. شيخ صاحب جي سسي ٻوءِ اهڙي زوم سان جبل کي لڳي، جو سورجاڻي جبل ڏري پيو ۽ اهو "دراوتو" ٿي پيو! اهڙيءَ طرح شيخ صاحب ڏونگر ڏاري پنهنجي ميٺن لاءِ وات ڪري وري ٻه "پارن، پارن،" پڪاريندو هليو ۽ پاڻي پنيانس وهندو آيو. اهو پاڻي جڏهين سال مڪان جي ويجهو آيو، تڏهين اُتي جا مُجار ذات جا ماڻهو، ٻيڙ، دَلَ ۽ ٻين ذاتين وارا گهوٽا ڊوڙي شيخ صاحب جي سسيءَ ڏانهن ويا ۽ هٿ ٻڌي چيائونس ته هيءَ جيڪا مصيبت پنهنجي پنيان آندي اٿيئي، سا ڌارءِ نه ته اسانجو سڄو سال مڪان ٻڏي ويندو. اتي شيخ صاحب جي سسيءَ پنيان نهاريو

ته ڄاڻسي جو هڪ وڏي ندي ڏاڍي زور ۽ ڌوم سان
منهنجي ٻنيان وهندي پيئي اچي. اتي سيّد پنهنجو
رخ پاڻي ڏي ڪري چيو ته ”اسان ڄاڻيو ته اسان جي
ٻارن مينهن اسان جي ٻنيان ڊوڙندي ٿي اچي ۽ ائين
ڪو نه سمجهيو هوسون ته اسان جي ٻنيان ندي وهندي ٿي
اچي. اي ندي، اڄ کان وٺي تون ئي اسان جي
”ٻارن“ آهين، هيئنر تون موٽي وڃ ۽ اڳتي هن ملڪ
کي آباد ڪندي رهج.“ شيخ صاحب جي سيّد اڃا
ايترو چيو ته پاڻي اُمالڪ موٽي ويو ۽ سندس وهي اڄڻ
جو نشان اڃا تائين آهي. سيّد پوءِ ساهه ڇڏيو ته سال مڪان
جي ماڻهن هن کي گهڻي تعظيم ۽ تڪريم سان اُتي دفن
ڪيو. هاڻ هر سال اُتي ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ اوسي
پاسي جا ماڻهو اچي ڪٺا ٿيندا آهن. ننڍن ٻارن جي
ريتي حيدرآباد ۾ وڪامندي آهي.

## ڪوٽڙي

ڪوٽڙي ۽ گدو بندر ٻئي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون
جڳو جهڄڙو لڳا پيا آهن ۽ سندن وچان جو درياهه پيو
وهي، سو هيڪاري سندن رونق کي کڻيو پيو آهي.
اڳي صبح کان وٺي سج لٿي تائين مسافرن لاءِ هتي جهاز
هلندو هو ۽ رات جو لانچ هلندي هئي. سنه ۱۹۰۰ع ۾
درياهه تي پل ٻڌي ته ڪوٽڙي ۽ گدو جي ٻنهي جنهن

ھڪري ھيڪاري سھنج ٿيو آھي. اڳي مسافرن لاءِ
ريل گاڏي ڪوٽڙي بندر تي اچي بيھندي ھئي، مگر
ھاڻ رگو سامان بندر تي لھي ٿو.

خدا آباد کان جڏھين عامل ۽ ڀائيبند حيدرآباد تي آيا،
تڏھين ڀيرڀائين ڪوٽڙيءَ ۾ اچي رھيا ھئا. حيدرآباد جي
قلعي جوڙائڻ کان اڳ، ديوان گدومل ڀيرڀائين گدو بندر
ٻڌايو ته انھيءَ عامل توڙي ڀائيبند ٻاھر ڪوٽڙيءَ مان لڏي
ڀيرڀائين گدو بندر ۽ پوءِ حيدرآباد ويا.

ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين ھڪو شاھي رستو آھي، جو
جھرڪن ۽ ٺٽي کان لنگھي ٿو. اڳي جڏھين ماڻھو ڪراچيءَ
کان ڪوٽڙيءَ تائين خشڪيءَ جي رستي ايندا ويندا ھئا،
تڏھين ڪوٽڙيءَ جو واپار ڏاڍو زور ھو. جڏھين ڪراچيءَ
کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين ريل ٿي تڏھين ڪوٽڙيءَ جو واپار
گھٽو گھٽجيو، ۽ پل ٺھڻ کانپوءِ ڪوٽڙيءَ جي واپار کي ھيڪاري
شڪست آئي. ھيٺر ڪوٽڙيءَ جو اھو اڳوڻو اوج
ڪونھي، پر تڏھين به اھو شھر گھڻن شھرن کان چڱو آھي.
شٽيشن تي لھي شھر ڏي رخ رکجي ٿو ته ڪاڄيءَ جا وڻ
ڀرپاسن کي ڏيان ٿا ڇڪين. "ھند ڪوٽڙيءَ جي وامر ھليلا"
اھو ھوڪو حيدرآباد ۾ عامطرح ڏيندا آھن. ڪوٽڙيءَ ۾ ٽاڙيءَ
جا وڻ به آھن، جي ڪاڄيءَ جي ڀونءِ ٿين ٿا. اُنھن
وڻن ۾ ڪتب ڪريو اُنھن مان ٽاڙي ڪڍندا

آهن، جا نشيدار شيءِ آهي. تاڙي ھيٺئين جو رواج سنڌ ۾ رڳو ڪراچي، ڪوٽڙي، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي ۾ آهي، باقي ٻين شهرن جي ماڻهن کي سنڌ ۾ ڪانهي تہ تاڙي ڪهڙي ٻلا آهي. تاڙي وڪڻڻ لاءِ سرڪار ليسن ڏيندي آهي، جئين شراب جي وڪري لاءِ ليسن آهن.

ڪوٽڙيءَ ۾ ڪارگهٽو آهي، جنهن جا ٻن جو زيب وڌائي ڇڏيو آهي. شهر ۾ گهڙڻ سان، گهٽيون ڏٺل ۽ قتل جايون نظر اچن ٿيون. شاهي رستي تي ۽ ٻي جايون جڳيون سٺيون آهن ۽ انگريزي سڪول، لئبرري ۽ ميونسپل هال ڪنهن مان ۾ آهن. اسين راس واھ جي موري لنگهي ٻگت ٻگوان جي سماڌي تي وياسون. شهر ۾ ٻگت ٻگوان جو ٽڪاڻو جنهن ٻاڙي ۾ آهي، تنهن کي "ساڌن جو ٻاڙو" چوندا آهن؛ جا ڪاڻ تہ آتي اصل گهڻا ساڌو رهندا هئا. اهو راس واھ وارو رستو بنديءَ ڏي وڃي ٿو. بنديءَ جي نزديڪ هڪ ٽاڪر ٽهيل آهي، جنهن کي جن جي ٻوجي ڏنل آهي ۽ هتان وڃ ٻروا هڪ ائس. چوندا تہ ميرن جي صاحبيءَ ۾ اها ٽاڪر بارود رکڻ لاءِ ڪم ايندي هئي. ٿورا سال ٿيا تہ ڪوٽڙي بنديءَ جا مقاطعدار انهي ٽاڪر ۾ شراب جا خالي مٽ رکندا هئا، مگر هاڻ ڇڪي ڀڳي آهي.

سنڌ ۾ شراب ٺاهڻ لاءِ سرڪاري ٻٽي فقط ڪوٽڙي آهي، جا ڪوٽڙيءَ ۾ راس واهه جي ڀرپاسان ڇوڙڪن واري رستي تي آهي. ڪوٽڙيءَ جي ٻٽي سن ١٨٨٧ع ۾ کلي. اڳي شراب ٺاهڻ جو نمونو ٻيو هو؟ هاڻ ٻيو آهي. ٿورن مهنن کان بلڪل نئين نموني جي مشين گهرائي اٿن، جنهنجي وسيلي شراب چڪائجي نڪري ٿو. شراب هن طرح ٺهندو آهي:

ڀريائين ڳڙ ۽ ٻٻر جي ڇوڏيءَ ۾ پاڻي وجهي ڳڏي رکن. جڏهين ڳڙ مٺي رهي يا کٽو ٿئي، تڏهين اهو سمورو مٿل مال جنهنکي "ٻارُ" (Wash) چوندا آهن، سو ديڳين ۾ چڪائي ڀرين ڇِڪ ڪيندا آهن. ڀرين ڇڪ واري شراب ۾ مصالحه ڳڏي اُنکي وري چڪائيندا آهن ته اهو "دو آتشو" سڏيو آهي. جيڪڏهين شراب ٿوڙائي ڪرڻو هوندو آهي ته ٿوڙن جي هڙيري اُنهه ٻوڙيندا آهن ته ٿوڙن جي سرهاڻ شراب ۾ ٿيندي آهي. ساڳيءَ طرح جي مشڪي شراب ڪرڻو هوندو ته اُنهه مشڪ ڳڏيندا. ڳڙ جي بدران جيڪڏهين کجور يا انگور يا جانور وجهن [illegible] ته به شراب چڱو نڪرندو. ٻمهٽيءَ پاسي مهوڙي [illegible] ٿيندا آهن، تن مان به شراب نڪرندو آهي [illegible] ڪوٽڙيءَ ۾ به مهوڙي جي گلن مان شراب ڪڍندا آهن. [illegible] آهي. [illegible]

بنئي وٽان لنگهندو هو ۽ هاڻ بندي کان گهڻو هيٺ پريان پيو وهي، جنهنڪري سرڪار کي بنئي ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ گهڻي تڪليف وٺڻي پيئي آهي. آبڪلاني موسم ۾ بنئي وارو رستو اڪثر بند ٿي ويندو آهي ۽ بعضي ته سڄي شهر کي درياهه ڏڪا ڏيندو آهي. آگسٽ ١٩١٤ع ۾ نئن بارن ۽ درياهه جي اٿل سببان سڄو ڪوٽڙي جو شهر ٻڏڻ تي هو ۽ ڪر پير زورآور هئس، جو بچي ويو. اڄ به شهر جي بچاءَ لاءِ بند ڏنل آهي.

## پيٽاري جي پريان

ڪوٽڙي کان ريل گاڏي درياهه وڏي جو ساڄو ڪپ ڏيئي ٿي هلي. پيٽاري ۽ اُنڙپور جي وچ ۾ ڏنوسين ته جڳي ساوڪ لڳي پيئي هئي ۽ پال پئي جدو. اُنڙپور جو ڳوٺ موچارو آهي ۽ اتي هڪ تواريخي ڳالهه ٿي هئي، جو اڪبر بادشاهه جي هڪ صوبي سنڌ جي حاڪم مرزا جاني بيگ کي اُتي شڪست ڏني هئي.

اُنڙپور جي نزديڪ مانجهوءَ جو ڳوٺ آهي ۽ اُتي جو سيٺ وشنداس ناميارو آهي. اسين امي پاسا گهمي جڏهين پيئاپور جي بازار ڏسڻ تي ويا سون، تڏهين ڪنهن جاءِ جي ٿلهي تي ٻه ٻائيبند جام ڇڪيندا ڏٺاسين، جن جيو ته ” هيءُ آهي بازار!“ ادو ٻڍائو، ادي ٻڍائي.

رواجي ڳالهه ٻولهه ڪندي ڪو پڇندو آهي ته ”ادا

ڪيڏين؟ تڏهين اهڙو جواب ۾ چوندا آهن ته ”جڏهين ها ۽ هيئن ته“. اهو هيرو جو ڳوٺ ٻاٻور کي نزديڪ آهي، مگر هالن ڏي وڃڻ لاءِ ٻاٻور ڪانپوءِ گوپانگ اسٽيشن تي لهڻو آهي. گوپانگ ذات جي ماڻهن جو نالو ڳوٺ ۽ اسٽيشن تي پيو آهي. هن اسٽيشن تي وهٽ اڪثر ڪونه بيٺا هوندا آهن، پر ٻيڙيان ڪوهه پنڌ تي پاتوٺ مان آڻ ماڻهو سگهن ٿا ۽ اُتان هالن جو شهر فقط ٽي ڪوهه پري آهي.

مانجهندن ۾ ايترو مزو ڪونهي. اُتي ڀائي گوبند رام جو ٽڪاڻو ۽ باغ ڏٺوسون. ٽڪاڻي ۾ مهمان نوازي بلڪل گهٽجي ٿي ٿي. شاهه اويس جي ۾ زيارت ڪئي سون. پريان لاڪن ۾ انجنيري ڪاٽيج وارن وٽ رات رهياسون، پر انهي پاسي کي ديدار گاهه ڪونه هو، تنهنڪري گهڻو ڪونه ٽڪياسون.

سن جو ڳوٺ موجارو آهي. اُتي جا سيد نامور آهن ۽ مخدوم بلاول جا مريد ۽ معتقد آهن. عامرڻ ۾ ڀلا آهن ۽ ڪانئن جون سڄيون اڪثر اسٽيشن تي رکيل ڏسڻ ۾ اينديون آهن. هتان درياهه دور ڪونهي، پر اڳيرو وڃيڪو آهي، سو اڪي ڏي، تنهنڪري انجو پاڻي ڏارتو ڏهي.

## اکي

اکي جو شهر ننڍڙو آهي، مگر اُتي ڪوسي ڀاٽي جي جهرڻ هجڻ سبب انجو ناماچار روڏو آهي. اسٽيشن

جي برفن جبلن جي قطار اڀار لاءِ ٻيٺي آهي ۽ قطار وانگر لڳل آهن، جو ائين ٿيو پاڻهي ته ٿلهيون وٿون ۽ ٻرانگهيون پيدا ٿيون ته وچ جبلن وٽ پهچبو، پر ڀڄندڙ ڪر ته ڪيئي نه. شهر ڪانولي جبلن تائين ڪوهه ڪان ۽ سٺو لهي ٿيندو. اسين ٽانگي ۾ چڙهي ويا سون ته ٻريا ن جبل ڀڪو ٻڌي پاڻيو ۽ ائين نٿي لڪايائين ته ڪو وڃ ڦاٽ آهي. وات تي هڪ وڻ آهي، جو سچو اڳڙين سان جهنجهيو ٿيو آهي ۽ آهو ٻه پاڻهي ائين ٿيو ته وڪڙيو آهي ۽ ٻه جهڙين اڳتي هل، تڏهن وڃي ٻري ٿيندو. وات تي هڪ مسافرخانو آهي، ٿيو نڪو جنهو نڪا جان ۽. اتي گرمي گهٽ ٿي سٺائي. جبلن جي اوچائي ڪٿي ڪٿي ڏيڍ هزار ڪانولي ٻن هزارن فوٽن تائين آهي، تنهنڪري هوا کي روڪ گهٽي ٿي ٿئي ۽ ٿورڙي اُس ۾ ئي جبل ٽپيو هام ٿيو وڃن.

جبل ۾ هڪ جُر آهي، جتي هميشه ساڌو فقير رهن ٿا. جر جي ٻرسان ٻهريون چشمو آهي، جنهنکي " آگهور " يعني اڻٺو چونڊا. انهي چشمي جو پاڻي سرد آهي. مٿي ڏاڪڙا لهيل آهي، تنهنڪان چڙهي مٿي ٿيا سون ته ٿيو چشمو نظر آيو. هنجو پاڻي نڌون سوسڙو آهي. مٿي هڪ جاءِ جڙيل آهي، جنهنکي " شومندري " سڏين ٿا ۽ اُتي شو مهراج جي مورتي آهي. اُتي هڪ سوڙهي

درتي آهي، جنهن مان تيرٿ واسي اشنان ڪندا آهن. اُنهي سوڙهي هنڌ کي ”ماتا جو گرڀ“ ڪري ٿي سڏيائون. هتي اهڙي حڪمت رکيل آهي، جو جيڪي ماڻهو اندر ويندا آهن، تن مان ڪي ڦاسي پوندا آهن ۽ پوءِ ساڌو فقير همڪارن ڪجهه ڏکئا ولي هنن کي ٻئين رستي کان ٻاهر ڪڍندا آهن. خبر ناهي ته هن سرن منڊرڻ جي معنيٰ ۽ مراد ڇا آهي؟ منهنجو مطلب هي آهي ته جيڪو جاتي اندر وڃي ڦاسي ٿو، سو ڄڻ ته ماتا جي گرڀ ۾ ڦاٿل ۽ دکي آهي؛ مگر ٿو جي مورتيءَ جي درشن ڪرڻ سان ۽ هتي جي ساڌن جي ڪرپا سان هنجو موڪش ٿئي ٿو! اسين اُنهن مهاتمائن جي ڪرپا کان سواءِ ٻاهر نڪري موڪش کي پراپت ڪري ٻاهر ڪي جنم مرڻ جي دکن تان، جدائي آياسون؛ وڌيڪ جو چشمن ۾ ٽبيون ڏنيوسون ته اسانجا جنم جنم جا پاپ مٽي ويا. ”جل پيو، پاپ ويو!“

لڪيءَ جي جبلن ۾ ڪيئي چشما جاري آهن. سيني کان سٺو ۽ گرم پاڻيءَ جو چشمو پڇاڙيءَ وارو آهي، جتي ڏس ته پاڻي ٻُڙٻُڙ ڪري پيو نڪري. جبل مان پاڻيءَ جي ڌارا وهي ٿي، تنهن ڪري هي ڌارا تيرٿ سڏبو آهي. اُنهي پوئين چشمي ۾ ٽي حوض يا ڪشتيون آهن، جن مان هڪ جو پاڻي گرم، ٻئي جو گهٽ گرم ۽ ٽئين جو شهر گرم يا ٿڌو سو سڙو آهي. وڏي حوض

۽ وچان پٽ ڏنل آهي، جنهنڪري هڪ ٻاسو ڇاهي ٻرڊن لاءِ ۽ ٻيو جبل جي ٻاڙ-وارو ٻاسو ڇاهي زالن لاءِ آهي، هتي پوشيدگي جي ڪا ڏسڻ آئي. ڪجهن سيٽ هيم ته زالني تڙڪي ٻورڻ طرح ڏڪڻ جو جلد بند و بست ڪيو.

چشمن جي پاڻيءَ ۾ ٻانس ڏاڍي آهي. اها ڌپ گندرف جي آهي، جو چشمن ۽ ڪسين جي ڪنارن تي ۽ جاول نظر آيو. اُنهي گڏ ڪري ڪنجلي يا خارس ۽ قلمن قرڙين وارا هتي سڌان ڪرڻ ايندا آهن. اسان ٿورو وقت سڌان ڪيو ته ساڳيو بت شنگرف جهڙو ڳاڙهو ٿي ويو. هن پاڻيءَ ۾ گندرف ڪانسواءِ ٻيون ٻه معدني شيون آهن. سڌان پاڻي ڪري پوءِ جبل جو ٻاسو گهمڻ وياسون. هتي ڪي ساموندي شيون يعني ڪوڏ ۽ نموني نموني جا سنگُڙا نظر آيا! ڪيترن هنڌ جبل مان ڇپون ڪري اهڙي هيٺ ٿيون آهن ۽ ڪٿان ڪٿان ريتي ٿئي جٽي. جبلن ۾ ڪٿي ڪٿي جيرون ۽ ڦاٽ آهن ۽ هتي جو گرم پاڻيءَ جا چشما آهن ۽ گندرفي پهاڙ نڪرن ٿا، تنهنڪري ڪن صاحبن جو اهو انومان آهي ته هتي اصل ٻرندڙ جبل هو. لڪين جي جبلن مان ڪن هنڌان شيهو، سرمون ۽ ٽامو لڌو اٿن، جنهنڪري چئبو ته اهي جبل بلڪل آڳاٽي زماني جا آهن،

اسين ڏاڍا تڪڙ ڪري ۽ جهاز کي ڇڏي ڪري ڏينهن پوءِ شهر ڏي وياسون. هريالا درياهه ۽ پهاڙين جا سڀ جڳهه رونق لڳايو بيٺا هئا. اڪئي جي اسڪول مان جهان ۽ ماڻهن جو نظارو ڏٺوسون ته روح کي ڏاڍي راحت آئي. رات جو مڇرن جڳهه سر پڌايا. مڇرن جي ڪري ويچارن وطن کي وڃڻ ۾ وهم ٿيو لڳي. سڄي رات ويچارا پيا اڇلن وڃن ۽ ماڻدار پيا ڏونهيون دکائين. هتي اونهاري ۾ اڌ رات تائين ۾ پيٽي لڳ لڳي. پاڻي جو دلو پري رکڻ ته ڪيترو پاڻي جلدئي پاڻ ٿيو وڃي!

ڪوٽڙي کان سيوهڻ ڏي وڃڻ لاءِ جو شاهي رستو آهي، سو اڪئي مان لنگهي ٿو. اڪئي جي هريان ڪراچي ضلعو لاڙڪاڻي ضلعي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ائين اچي ٿو لڳائي، جو جڻ ته ٻئي ضلعا شهباز قلندر جي زيارت لاءِ اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ هڪٻئي کي هن سڳوري مڪان جي ويجهو کان پيا ڪيڪارين.



# حيدرآباد ضلعو.

---

## حيدرآباد

حيدرآباد کي اصل نيرن ڪوٽ سڏيندا هئا. نيرن نالي هڪ هندو راجا هتي راڄ ڪندو هو، جنهن ٻنهي رمڻ لاءِ هڪ ڪوٽ اڏايو هو، تنهنڪري شهر تي اهو نالو پيو. نيرن جي نياڻيءَ جو نالو نگار هو. نگار معنيٰ چنبيلي يا سهڻي سندري. نگار حسن جي کاڻ هئي. هنجي حسن هزارن کي حيران ڪري ڇڏيو هو، مگر هوءَ جهڙي تهڙي مڙس کي قبول واري ڪين هئي. هوءَ نه رڳو سونهن سيرُ هئي، پر دل جي به ڏاڍي دلير هئي. هوءَ شينهن تي سواري ڪندي هئي؛ چوندي هئي ته آءٌ اُنهيءَ سان شادي ڪنديس، جو مون وانگر شينهن تي سواري ڪندو هوندو. ويچاريءَ جيڪا امڙ ته ڪو مڙس ئي ڪونه هو، جو جهنگ جي بادشاه (شينهن) کي پنهنجي سواريءَ جو وهٽ بڻائي شرط کٽي ۽ ميءَ موصل ماڻي. جونئا ته اُنهيءَ وقت به حضرت علي سنڌ ۾ آيو ۽ هن سان گڏ هڪ سيد به آيو. اهو سيد مڪي شريف کان آيو هو، تنهنڪري اهو اهن نام طرح شاه مڪي سڏجي ٿو. مڪي ڪاماڻ جي قطار ۾ گهڻي جوان ته هو سڏائون

جيئرو آهي، تنهنڪري هنکي جيئي شاهه بہ سڏيندا آهن. حقيقتو ن هن سيد جو نالو محمود هو ۽ هو جوڌو جوان هو، تنهنڪري مل محمود ڪوئيندا ائس. انهي سيد نيرن ڪوٽ ۾ اچڻ سان نگار جي حسن جي هاڪ ۽ هنجي شاديءَ جي شرط جي ڳالهہ ٻڌي. مل محمود (شاهہ مڪئي) جوي تہ زال ماڻهو مردن کي للڪاري ۽ مرد مات ڪري وڃي، سا ارمان جي ڳالهہ آهي. هن پوءِ سگهوئي سعيو ڪري هڪڙو شينهن هٿ ڪيو ۽ انهيءَ تي سوار ٿي نيرن جي ڪوٽ وٽان لنگهيو. ڪنهن وقت نگار جي هن تي نظر پيئي، سا اُبالڪ وٽس ڊوڙي ويئي ۽ چيائينس تہ مون ڳوليو ئي تو جهڙو مانجهي مڙس ٿي ۽ هاڻ آءٌ تو سان شادي ڪنديس. شاهہ مڪئي چيس تہ آءٌ شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، مگر تون اول پنهنجن مائٽن کان پڇي، متان پوءِ ڳالهہ مان ڳالهوڙ ٿي پوي. نگار بي حجاب ٿي چيو تہ سان پنهنجي مائٽن جو ذڪر ڇو ريو. ڳالهہ ٻڌڻ شرط نيرن تي باهہ ٿي ريو، جي نيا ڳي، اسين هندو ۽ هو مسلمان ۽ پوءِ تنهنجي شادي هن سان ڪيئن ٿي سگهندي؟ نگار هيڪاري لاڄ لاهي چيس تہ انهي سورهي کانسواءِ ٻيو ڪانڌ آءٌ ڪو نہ ڪنديس. نيرن ڏٺو تہ ڌي پنهنجي ارادي تي پڪي ۽ ڪٻ ڪوڙ آهي ۽ هن مسلمان سان ڳجهہ وڃ ۾ شادي ڪندي بہ ڪنهن گسندي، تنهنڪري ڏيڏ

کي بلائڻي ڪرڻ جو بندوبست ڪيائين. هن وقت حيدرآباد جي قلعي اندر ٿي کوه آهن، ٻوءِ اُنهن مان سا گهيو ڪڙو کوهه هو يا وجان ئي ڪو ٻيو کوهه هو، تنهن ۾ نيرن ڀنهنجي نياڻي کي ڪٽي بند ڪيو ۽ هڪ شاهي جيب جنهنجي نور کي سؤ مڻ آهي ۽ اڄتائين موجود آهي، سا اُنهيءَ کوهه جي مٿان ڪٽي رکايائين. هن هيڏي ساري جيب رکڻ ڪري کوهه جي سڄي ٻگ ڍڪجي ويئي، ٻر تنهن هوندي ٻ، ٻاسن کان ٿوري ٿوري هوا اندر وڃي سگهي ٿي. شاهه مڪڻيءَ کي ٻوءِ سگهوئي سڌ پيئي ته نگار سان هڙي جبري جٺ ٿي آهي، تنهن اُمالڪ حضرت عليءَ کي دانهن ڏيئي چيو ته ”يا حضرت، مون مسڪين جي ڪري نگار سان ناحق ٿيو آهي، تنهنڪري تو ميين هنجي وامر ڪريو!“ حضرت علي اُمالڪ دلدل ( خچر ) تي سوار ٿي نيرن ڪوٽ ۾ اندر ويو ۽ نگار جون آهون، دانهون ٻڌي کيس رحم آيو. حضرت عليءَ اول اُنهيءَ جب تي ٻهڪي نماز پڙهي ۽ ٻوءِ دلدل اُتي اُچائي وٺي جا جب کي لت هنيائين ته جب چار ٽڪر ٿي پيئي! جب جو هڪڙو ٽڪر نيرن جي ڪوٽ اندر رهيو، ٻيو اُڏامي ڪراچيءَ طرف منگهي پيرتي اُٿيءَ هنڌ وڃي پيو، جتي مور ٻادشاهه ( وڏو واگهو ) آهي، ٽئين ٽڪر ٻابت چوندا ته جتي نتو سگهجي ته ڪهڏانهن ديو، ٻاقي چوٿين ٽڪر لاءِ ڀڪ

سان، جيائون ته عرش ڏي اُڏامي ويو! اهڙيءَ طرح حضرت عليءَ سڄي جبل اُڏائي ڇڏي ته نگار يڪدم ڪوهه مان نڪري آئي. حضرت عليءَ پوءِ نيرن کي ٻڌايو ته هيءَ جيو ته تو پنهنجي نياڻيءَ سان ناحق ڪيو آهي، تنهنڪري نه تنهنجو راڄ نه تنهنجو ڪوٽ قايم رهندو. نگار جي شادي پوءِ شاهه مڪڻيءَ سان ٿي ۽ نيرن پاڻمرادو شهر ڇڏي ڀڄي ويو. سنڌ گزيٽيئر ۾ ايترو جا ڳايل آهي ته نيرن ڀڄي ويو، مگر ڪهڙيءَ ڳالهه تان ڀڳو، سا ڄاڻايل ڪانهي ۽ نڪا هيءَ ڏند ڪٿا اُنهه ڏنل آهي.

نيرن ڪانپوءِ ڪيترا سال هي شهر سنڌس نالي پنيان، سڏبو هو. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ جڏهين ميان غلام شاهه ڪلهوڙو نيرن ڪوٽ ۾ آيو، تڏهين ماڻهن حضرت عليءَ جي اچڻ جي ڳالهه جا پنهنجن وڏن کان ٻڌي هئائون، سا ٻڌايائونس. ميان غلام شاهه کي پوريائين اعتبار ڪين ٿي آيو، پر پوءِ اُها جبل ڏيکاريائونس، تڏهين ٻڪ ٿيس. هن پوءِ اُهو جبل جو ٽڪر نيرن جي ڪوٽ مان ڪٽائي قلعي واري چاڙهيءَ جي هيٺان رکايو ۽ اُتي اڄتائين درگاهه ٺهيل آهي، جا قدم شاهه جي نالي سان مشهور آهي. قدم شاهه نالي مان ڪي ائين سمجهندا ته اهو ڪنهن سيد جو نالو آهي، مگر ائين نه آهي. اُتي

فقط اُنهيءَ جبل جو ذڪر ڪيل آهي. حضرت عليءَ اُنهيءَ جبل تي بيهي نماز پڙهي هئي ۽ سندس قدمن جا نشان اُتي آهن، تنهنڪري اهو نالو پيو آهي. شاهہ (حضرت وليءَ) جي قدمن (پيرن) جي نشانن ڪانسواءِ هنجي هٿن، گوڏن ۽ پيشانيءَ جا نشان بہ اُنهيءَ جبل تي آهن ۽ جبل تي جا دلدل نچائي هئائين، تنهنجين سنبن جا نشان بہ اُتي آهن. حضرت عليءَ نيرن کي پڄو ڏنو هو، اُن پڄي جو نشان بہ ڏار پٿر تي آهي. اهي سڀيئي نشان اُن بہ ڏسي سگهجن ٿا. مسٽر ڪنڪيڊ سنڌ جي جديشل ڪمشنر سان هيءَ ڳالهہ ڪيم، سو اُمالڪ مونسان گڏ جي شاهہ جي قدمن ۽ شاهہ مڪئيءَ جي درگاهہ جي زيارت ڪرڻ هليو. درگاهہ جي مجاور کان پڇيائين تہ نگار جي تربت ڪهڙي آهي؟ مجاور چيس تہ شاهہ مڪئي ۽ نگار ٻئي گڏ دفن ٿيل آهن ۽ هتان پڪي قبر نهيل اٿن، درگاهہ ۾ اندر هڪ ڪبر جو وڻ آهي، جنهنجي پاڙ گهٽو ڪري سڄي سڙي ويئي آهي، جنهنڪري سڄو نمي پيو آهي ۽ ٻر توري لام زمين ۾ کتل اٿس، جتان وڻ کي خوراڪ ملي ٿي، جنهنڪري اُهو وڻ هٿي جڳي جو ٿي ڪيڏي پيئو آهي. مجاور چيو تہ شاهہ مڪئي ڏندڻ ڪري ڦٽو ڪيو هو، تنهن مان هي ڪبر جو وڻ پيدا ٿيو آهي!! درگاهہ ۾ اندر هڪ اوندا هي ڪڙي آهي جنهن کي قلف پيل

ھيا. جن مان ھڪڙو قائف مجاور جي چوڻ موجب شاھ مڪائيءَ جي ھٿن جو پاتل آھي ۽ اُنهي ڪمانجي ڪاڻ تي ليپي، تنهنڪري اُھا ڪولي اچائين ڪنهن ڪارڪولي آھي. مجاور چيو ته شاھ مڪائي اُنهيءَ ڪوٺيءَ ۾ عبادت ڪندو ھو. درگاھ جي ٻاھرئين اڱڻ ۾ ھڪ ڪنڊي جي وڻ ۾ آڳڙيون ٻڌل ڏسڻ ۾ آيون. مجاور چيو ته ھندو ماڻھو ٻارن جي جهنڊ ھٿي اچي لهرائيندا آھن ۽ آڳڙيءَ ۾ واريون ٻڌي ھن ڪنڊيءَ ۾ لٽڪائي ڇڏيندا آھن. ھن درگاھ ۾ ڪي سال شينهن ٻڌل ھو. اڳي سنڌ ۾ ٽن درگاھن ۾ شينهن ٻڌل ھوندا ھئا: ھڪڙو سيوھڻ ۾ شھباز قلندر جي درگاھ ۾، ٻيو سکر ٻراڙي ۾ شاھ خيرالدين جي درگاھ ۾ ۽ ٽيون ھتي شاھ مڪائيءَ جي درگاھ ۾. ھن ڪنڊي جي وڻ ھيٺان شينهن ٻڌل ھوندو ھو. ٻرھون ڳالھ تي ڪٿي ميان غلام شاھ ڪلهوڙي جي.

سنه ١٧٦٨ع ۾ ميان غلام شاھ ڪلهوڙي جي مرضي تي ته نيرن ڪوٽ ۾ نئون قلعو ۽ ٻيون عمارتون جوڙائي خدا آباد جي بدران اھو گادي جو ھنڌ ڪجي. ھن ٻوءِ ۾ ٻيڙيون ناٺي جون ٻرائي ديوان گدومل کي ڏنيون، جنهن ٻھريائين سنڌو ندي جي ڪپ تي ھڪ ٺنڊ وڌايو، جو اچائين سنڌس نالي ٻڌيان گدو ٻندر" سڌ جي ٿو. ديوان گدومل ٻوءِ نيرن وارو ڪوٽ ڊھرائي اُنهي سان ڳچي

هڪ هاڻوڪو عاليشان قلعو جوڙايو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو وقت بوقت ڪم جي نگاهه ڪرڻ لاءِ ايندو هو ۽ پنهنجي رهڻ لاءِ حال هڪ ڪچو قلعو جوڙايائين. جڏهين پڪو قلعو جڙي راس ٿيو، تڏهين ميان غلام شاهه اهو ڪچو قلعو شاهه مڪئيءَ جي درگاهه لاءِ ڏنو ۽ حضرت عليءَ جي اچڻ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ هن نئين شهر تي ”حيدرآباد“ نالو رکيائين. حضرت علي نندي هوندي هڪ نانگ ماريو هو ۽ سندس انهيءَ بهادريءَ ڪري کيس ”حيدر“ جو لقب مليو هو. ”حيدر“ لفظ جي معنيٰ آهي نانگ ماريندڙ ۽ ”حي“ معنيٰ نانگ ۽ ”در“ لفظ جو ڌاتو آهي ”دريدن“ معنيٰ ڏارڻ ڦاڙڻ. سنسڪرت ۾ ”ڊر“ معنيٰ ڏارڻ. هتين ڏند ڪٿا مونکي شاهه مڪئي ۽ قدم شاهه جي مجاورن ۽ ڪن مسلمان پيرمردن ٻڌائي. سيٺي ٿوري ٿوري ڦيرل ڳالهه ڪئي، مگر سيني جي جوڙ جو مول مطلب جيڪو هو، سو هتي ڏنو ويو آهي.

نيرن جي ڏينهن ۾ هي شهر ڪهڙي هنڌ ٻڌل هو ۽ شهر جي اڳوڻي حالت ڪهڙي هئي، تن ڳالهين بابت پڇا ڪندي نهايت مزيدار حقيقتون مليون، جي مختصر طرح هتي ڏجن ٿيون:

قلعي جي پٺيان شٽيشن کانوٺي شاهه مڪئيءَ جي درگاهه تائين جيڪا زمين آهي، تنهنکي اڄتائين ڪيترا مسلمان

”نيرن جا ٻٽ“ ڪري سڏين ٿا. قاضي واري جاڙهي
جي هيٺان جتي قنبر شاهه ۽ ميونسپل ڊاڪو آهن، اُتان ولي
وڏي ٽريننگ ڪاليج ۽ ميان سرفراز خان، جي قبي کان
ٻه ٽوروا اُڀرو جيڪا زمين آهي، تنهنکي ”شهيدن جا ٻٽ“
ڪري ٿا سڏين. جو نتا ته آڳاٽن وقتن ۾ جيڪي
سيد وصال ڪندا هئا ۽ جيڪي جهونجهار لڙائين ۾
جهرندا هئا، سي اصل وصيت ڪندا هئا ته اسانکي
انهن ٻٽن ۾ دفن ڪجو، جاڪاڻ ته اهي ٻٽ سڀاڳا
آهن. اهو ئي سبب آهي جو ٽڪريءَ جو اهو هيٺيون
پاسو مقام ڪري ڪتب آڻيندا هئا. چنديرا ماڻهي
گهٽيءَ جي جاڙهي هيٺان هيٺئر ٻڪيون جا ٻون جڙي
ويئيون آهن ۽ مگر اِني اصل قبرون هيون، جن جي مونکي
ڄاڻ سا نير آهي.

قاضي جو ٻنيون، پاسو جنهنکي ”نيرن جا ٻٽ“ ڪري
سڏين ٿا، سو اجتائين نياڳو ليکجي ٿو. ڳالهه ٿا ڪن ته
هڪ لڳا ڪو شخص ماڻهو کي ٻڌي تي ڪٽي ذبح ڪرائي
جڏهين نيرن جي ٻٽن مان اچي لنگهيو، تڏهين ٻنهنجي
ماڻهو کي يڪدم ٻڌي تان لاهي چڙهايائين ۽ چيائينس ته
”توکي ٻڌي تي هيترا ڏينهن کنيو اٿم، تنهنجي مزوري
مونکي ڏي.“ ويچاريءَ ماڻهوءَ وٽ ٻيڻسو ڪو نه هو، جو
ٻڌي کي مزوري ڏئي، تنهنڪري جتين تتين ڪري

بند ڪرڻ لڳي. جڏهين پٽي ڇٽا (ماءُ ۽ پٽ) نيرن جي ٻڪين کان لنگهي ٻاهر ٿيا، تڏهين پٽ اما اڪ وڃي ماءُ جي پيرن تي ڪريو ۽ منٿ ڪري چيائينس ته "اما، منهنجو گناهه بخش ڪاج، جو توکي بند ڪرڻ جي تڪليف ڏني اٿم. اهي نياڳا نيرن جا پٽ آهن، جن مان رڳو لنگهڻ ڪري منهنجي مت ايتري قدر ماري وئي، جو توکان مزوري گهريم. هاڻ تون بلاشڪ منهنجي بند تي چڙهي هل." هو پوءِ ماءُ کي بند تي چاڙهي هليو ويو. اجهي اهڙا آهن نياڳا نيرن جا پٽ! جنهن صورت ۾ قلعي جي بنيان نياڳا پٽ هئا، تنهن صورت ۾ ائين سمجهيو ته نيرن جي ڏينهن ۾ ۾ ٽڪريءَ تي شهر پڌل هو ۽ قليلي وارو پاسو ۾ وسيل هوندو.

حيدرآباد جو هالوڪو شهر ٽڪريءَ تي پڌل آهي ۽ اها ٽڪري گنجي ٽڪر جي شاخ آهي. هالوڪو شهر ڪيئن وسيو، تنهن بابت ڪيترا پير مرد ڳالهيون ڪندا آهن. جو انڌا ته نئين خدا آباد جڏهين وئي ڪلهوڙن ۽ حيدرآباد جي شهر ۾ جڏهين جايون ويئون جڙنديون، تڏهين خدا آباد ۽ ٻين پاسن کان ماڻهو حيدرآباد ڏي لڏ پندا آيا. خدآبادي ڪامل ۽ پائيڪند پوريائين ڪوٽڙيءَ، پوءِ گدو بندر ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ آيا. تن ڏينهن ۾ ڪامل ۽ پائيڪند پنجاڻين جو مکي مڪرر هو. ڊاڪٽر ميمڻ ل لکي ٿو ته اوائل ۾ ڪوهه

خانداني گهراڻي جو ماڻهو شهر ۾ اندر ڪو نه رهندو هو. شهر ۾ رڳو دڪاندار ۽ ميرن جا نوڪر چاڪر رهندا هئا، باقي معزز ماڻهو قلعي ۾ اندر رهندا هئا. مرزا قليچ بيگ جا مائٽ به ڪجهه وقت قلعي ۾ رهندا هئا. جن ماڻهن لاءِ قلعي ۾ رهڻ جو بندوبست نه هو، سي ٻاهريائين قليلي ۽ جي ڪپ تي ڪچين لانڍين ۾ رهندا هئا. شايد شهر ۾ ٻاطلي ۽ جي اٽالت ڪري قليلي ۽ وارو ٻاڙو وسايو هئائون.

ڪي ٻيرمرد پنهنجن وڏن کان ٻڌل ڳالهه ٿا ڪن ته شهر وسائڻ لاءِ ميرن ماڻهن کي ٻڌا مالڪاڻي ٻت ڏنا، تنهن تي عامل هر ڪنهن شهر ڏي آيا. عاملن شهر ۾ اچڻ سان چوڙڪي بازار کان وٺي ويندي سري گهاٽ ڌائين ٻت والاريو. خدا آبادي پائيبندن ۽ ڪن ٻين چوڙڪي بازار کانوٺي ويندي جمن شاهه جي ٻڙ ڌائين ٻت والاريو. ديوان گدو مل سيٺي ڪانيوءَ مير فتحعلي خان سان گڏ جي حيدرآباد ۾ آيو. هنکي هر گهڙيءَ ميرن وٽ قلعي ۾ اچڻو وڃڻو ٿي پيو، تنهنڪري پنهنجي سهوليت لاءِ هن قلعي جي نزديڪ ٻت والاريو، جنهنکي هاڻ سنڌس نالي پنيان "گدواڻي" گهٽي سڏين ٿا. ديوان گدو مل کي ٻت ڪو نه هو، تنهنڪري گدواڻي سنڌس اولاد نه آهن، مگر گهٽيءَ ۾ مکيه مڙس اهو هو، تنهنڪري سنڌس نالو گهٽيءَ تي پيو.

ميان فقير جي ٻڙوت اصل جايون جڙيل ڪونہ هيون، تنهنڪري ميان فقير محمد جو ميرن جو وزير هو، تنهن اتي ٻڙ ٻڌايو ۽ انهي ضرب سندس نالو اڄ تائين هليو اچي. ميان فقير محمد جو اولاد اڄ تائين آهي، مگر سقيم حال ۾ آهي. هو قليلي جي نزديڪ يوسف جي ٽنڊي ۾ رهن ٿا. يوسف بہ ميرن وٽ نوڪر هو. ميان فقير جي ٻڙ جي ڀرسان مائي خيري جي مسجد آهي. اها مائي مير فتح علي خان جي ماءُ هئي ۽ ٻنهني جي جيئري اها مسجد جوڙائي هئائين. مائي خيري جي مسجد وٽان جيڪا جاڙهي هيٺ لهجي ٿي، تنهنکي لوڙي جي جاڙهي سڏين ٿا. اها جاڙهي نواب محمد خان لوڙي جي نالي ٻنهيان سڏجي ٿي. لوڙا ٽالپر هئا ۽ نواب محمد خان نامر ڪئيو مڙس هو، تنهنڪري سندس نالي ٻنهيان لوڙي جو ٽنڊو بہ سڏجي ٿو، جتي هاڻ مرزا ٿورا رهن ٿا.

لوڙي جي جاڙهيءَ هيٺان قلعي جي نزديڪ ڪانگن ڪاڏي ڍنڍ آهي. جون ٿا تہ انهيءَ ڍنڍ جي پاڻيءَ تي ميرن جي صاحبيءَ ۾ ڪنهن ٻوڪر ڪٿي تہ ڪانگ اها ٻوڪر پاڙون ٻتي کائي ويا، تنهنڪري اهو نالو پيس. اها ڍنڍ هاڻ ميونسپالٽيءَ پرائي جڏي آهي. ڍنڍ جي ڀرسان سنگت واهہ آهي. سنگت راءِ ۽ کيانتو مل ٻئي ٽالپر هئا ۽ شهدادپور طرفان جيجد آيا هئا، ٻنهي کي اولاد

ڪونه هو، تنهنڪري پنهنجن نالن قائم ڪرڻ لاءِ سنگمراءِ اهو واهه کوٽايو ۽ کيائني مل ٽنڊو وڌايو، جو اڄ تائين ” کيائنو ٽنڊو “ سڏجي ٿو. سنگت واهه جي پريان ڊومڻ واهه آهي. ڊومڻ صاحب نالي هڪ انجنيري کاتي جو عملدار هو، تنهنجي نالي پٺيان اهو واهه سڏجي ٿو. ڊومڻ واهه کان نئين آباد ڏي وڃڻ لاءِ وات آهي ۽ سري گهاٽ کان، پر اوڏانهين وڃي سگهجي ٿو. نئين آباد نالي مان، ظاهر آهي ته اهو پاسو پوءِ وسيو. منهنجي سانيرهه ڪيترا گهر شهر مان لڏي انهي پاسي وڃي ويٺا. سري گهاٽ ۽ نئين آباد جي پريان مارڪيٽ آهي، جا اسانجي پرم مترو ديوان نولراءِ جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. انهيءَ عاليشان مارڪيٽ ۾ وڏن منهن سان گهڙيال آهن. مارڪيٽ کانپوءِ هيرا آباد شروع ٿئي ٿي، جا راءِ بهادر ديوان هيرانند کيم سنگهه آڏواڻيءَ جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. اٽڪل پنجاهه سال ٿيا ته حيدرآباد جي شهر ۾ ڪنهن به حيدرآباديءَ کي پڪ سري جاءِ ڪانه هئي ۽ اڄ حيدرآباد ۾ ڏسو ته جيڏانهن تيڏانهن جڳيون ڏيکدار پڪ سريون جايون جڙي ويئيون آهن. هيرا آباد ۾ گرسنگت جي جاءِ نئين ٺهي آهي ۽ اُها هيرا آباد جو سڀ کان سهڻو سينگار آهي. هيرا آباد جي پريان جيڪب صاحب جو بنگلو قلعي جي نموني ٺهيل آهي. بنگلي جي پريان ٽڪريءَ جي ميدان تلاءُ آهي، جو پڻ

"جيڪب ٽلاءُ" سڏجي ٿو. هي جيڪب صاحب اُهو آهي، جنهن جي نالي پٺيان جيڪب آباد جو شهر سڏجي ٿو. هو ملٽري ڪاتي جو عملدار هو؛ اهو بنگلو ۽ ٽلاءُ وارو پاسو اڄ تائين ملٽري ڪاتي جي هٿ ۾ آهن. حيدرآباد جي سول اسپتال جتي هاڻ آهي، اُتي ١٨٧٥-١٨٧٧ع ڌاري انگريزي سنڌي شڪول هو. هاڻوڪو هاءِ شڪول تن ڏينهن ۾ هو؛ مگر سول اسپتال سيوهاڻي پاڙي ڏي هئي.

برهمو مندر ديوان نولراءِ جي ڪوشش سان ٺهيو، حيدرآباد جو مشن شڪول پادري شرٽ صاحب جي ڪوشش سان کليو. شرٽ صاحب واري "سنڌي ڊڪشنري مشهور آهي. هينئر اهو مشن شڪول وارو پٽ وڪڻي ڇڏيو اٿن.

حيدرآباد وارو ٽريننگ ڪاليج اصل ڪراچيءَ ۾ آڪٽوبر ١٨٥٤ع ۾ کليو هو؛ پوءِ ڦيرائي حيدرآباد ۾ ڪيائون. ڪاليج کان اڳيرو جيڪو رستو آهي، سو پراڻي ٽپال وارو رستو سڏجي ٿو؛ ڇاڪاڻ ته اڳي ٽپال آفيس انهي رستي جي منهن تي هئي. رستي کان هٽ هاڻ پانڌيئڙن جي سلامتيءَ لاءِ پڪو پيچرو ميونسپالٽيءَ جوڙايو آهي ۽ رستو به ڪشادو ڪرايو اٿس. لئبرري ۽ ڪندنمل جو چوڪرين جو شڪول هن رستي جو سينگار آهن. اهو رستو توڙي رسالي وارو رستو اسانجي

ڏسندي گهٽي قدر سچا پيا هُئا، مگر هاڻ اُتي چڱيون جايون جڙي ويون آهن. اُلهندي ڪڇي ۾ ڀائي پوهومل جي جاين ۾ هينئر جايون آهن، نه ته اڳي اُتي ڪاسائڻ جو ناتڪ هو. انهي رستي ڏي نولراءِ هيرانند اڪيڊمي، بيسنت هال، ڪاليڪٽري ۽ نوودياليه جون جايون هينئر اهڙيون ڏيکدار ٿيون آهن، جو حيدرآباد جي سونهن آهن. جونه آهن ته "سڙيا سگهو ساوا ٿين." حيدرآباد جي ڪچهري سڙي هُئي ته هينئر چڱي سائي تي آهي ۽ ڪاريگرن مٿس واهه جي محنت ڪئي آهي. پريان ٽڪري تي ديول چڱو نمايو ڪيو بيٺي آهي. سنه ۱۸۹۲ع ۾ درياهه اُٿل ڪا ڏي هُئي ته پاڻي اُنهيءَ ديول جي هيٺان اچي بيٺو هو ۽ ٿورا ڏينهن اُتي پيڙيون پٽي هليون. اُنهي سال حيدرآباد ۾ وبا به زور هُئي ۽ بيمارن کي ڇٽائڻ لاءِ سادو هيرانند پاڻ پائي پٽ هُئي ٿوڙيو. ديول جي پريان گدوبندر واري رستي تي سالاروباغ، ٿپدارن جو اسڪول ۽ سرڪاري گشتي بنگلو سڀئي رستي کي ڪٺي بيٺا آهن. گدوبندر واري رستي تي مانا ڍوري آهي ۽ اتي پوليس جو ٿاڻو آهي. جون ڏا ته انهيءَ ڍوري ۾ اڳي گهڻو پاڻي رهندو هو، تنهنڪري ڪيترين زالون اُتي اکو پائڻ وينديون هيون. "مانا" نالي هڪ هندواڻي اُتي اکو پائيندي پُڏي هُئي، تنهنڪري

سنڌس نالو انهيءَ ٻوڙڻ تي هڻجي ويو. مانا ٻوڙڻ جي
پريان گدو بندر وٽ جرين جي اسپتال آهي، جا اصل
لاڙڪاڻي ۾ هئي. گدو بندر تي جيئي چند، نامي چند
۽ شو جو ميلو لڳندو ڌام ڌوم سان لڳندو آهي. پريان
ميرن جو ٽنڊو آهي، جنهن ڏي وڃڻ لاءِ شاهه مڪئيءَ جي
درگاهه وٽان پڪو رستو ٺهيل آهي. مير جي ٽنڊي ڏي
درياهه جي پر تي "ايڪ جهاڙ بندر" جڳهي ايڪانت
جي جاءِ آهي. اتهي پاسي انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ
جو يادگار ٺهيل آهي.

حيدرآباد جو شهر هوڏانهن جيل سان هوڏانهن ڦليلي
سان وڃي پکڙيو آهي، تہ بہ شهر ۾ سوڙهه جي دانهن گهڻي
آهي ۽ ساهه وگهي ڪيترا ماڻهو خاص ڪري پائيبند
قوم مان بڪ ٿين ٿا. ڪاري ڦردي طرف پرڏت آباد
وسائڻ لاءِ ڪوشش ڪيائون، پر ساب نہ پيئي. حيدرآباد
ٽنٽيشن ڏانهن ڪيترا آباد ۾ ٿوريون جايون جڙيون آهن ۽
ڪاليج واري طرف بہ ڪي جايون ٺهيون آهن، مگر
سوڙهه جي دانهن اُهائي هاي اڃي. سوڙهه نورت
ڪرڻ لاءِ عاملن ۽ پائيبندن هائوسنگ انسوسئيشنون ناميون
آهن. حيدرآباد ۾ تيهه هزار کن عامل ۽ اوترائي
پائيبند آهن. اخبار نويسيءَ ۾ پهريائين ڏامان پهرو ورتو.
پريات اخبار جو مهتمر اسانجو پريتم سرگواسي مستر

ليڪراج هو ۽ سنڌ جرنل جو مهتمم اسانجو سرڳواسي مسٽر ڪنڊنمل منگهرسنگهه هو. اِهي ٻئي اخبارون ٽوڙي "جوت" اخبار مسٽر پواني جرن ٻُڌرجي جي صلاح سان جاري ٿيون هيون. پوانيءَ کي ساڌو هيرانند ٻنهنجي اڪيڊميءَ لاءِ سنسڪرت سيکارڻ واسطي آندو هو. هو نهايت ٻڌوان هو ۽ حيدرآباد جا برهمڻ ڪيس ٻڌيت ڪري ڪوٺيندا هئا. ٻرپوءِ وجهي ڪرسٽان ٿيو، جنهنڪري ساڌو هيرانند کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هيرانند اڪيڊميءَ کان اڳ مسٽر کيمچند امرتراءِ شڪول کوليو هو ۽ ائين سمجهڻ گهرجي ته اُهو ساڳيو شڪول ڦري يونين اڪيڊمي ٿيو، جو هاڻ نولراءِ هيرانند اڪيڊميءَ جي نالي سان مشهور آهي.

حيدرآبادي عاملن ۾ پهريون ديوان گوپالداس فوٽو گرافر هو، جنهن دڪان کڏيو ۽ هن کانپوءِ مسٽر ڪنڊنمل منگهرسنگهه ڇاپ کولي. تنهن کانپوءِ ٻين عاملن ڇاپون کڏيون، نه ته عاملن جو اڳي رڳو نوڪرين تي زور هو ۽ ڏنڌي ڌاڙي ڏي مهڙ ڪانه هين. حيدرآباد ۾ تازو ٽالپچ کليو آهي، جنهنکي ديوان ميٺارام ڌرمادا ٽرسٽ مان ٻئي جي جڳي مدد ملي آهي. ديوان ميٺارام ۽ ڀائي گنگارام تولڪچند جي نالن ٻنيان حيدرآباد ۾ ڪي ڇاپون ٿيل آهن،

ڪيتري نيڪنامي، جو ڏيوي خدا
جو ڏيسي زمين ۾، سو هوسي فنا.

حيدرآباد ۾ جيڪي ڊاڪٽر ٿي گذريا آهن، تن مان ڊاڪٽر هومسٽيڊ جو نالو مشهور آهي ۽ هن جي نالي پٺيان هومسٽيڊ هال ٺهيل آهي. ڊاڪٽر ممٿو جو نالو به ماڻهن کي وسرڻ جو نه آهي. هنکي هڪ پيرو گهر ۾ گهرائي هڪ رپيو ڏيڻي پوءِ ڪو سچو مهنو ڪانڪس دوا گهرائيندو هو ته هو دوا جو ناڻو نه وٺندو هو. هنجو اهو وڏل رواج اڄتائين هليو اچي.

هومسٽيڊ هال واري رستي تي قلعي جي نزديڪ هڪ جاءِ اندر هڪ قبر آهي، جا ڊيگهه ۾ چاليهه فوٽ کن ٿيندي. ڪي چوندا آهن ته اها ملي لٽر جي قبر آهي، پر ائين نه آهي. اهو نوگزو پير آهي. چون ٿا ته عربستان کان ست قداور مڙس سنڌ ۾ آيا هئا ۽ هر هڪ جي ڊيگهه نوگز هئي! هڪڙو نوگزو پير سکر ۾ رهيو ۽ اُن جي تربت سکر جي پاڻيءَ واري ٽلاءَ جي نزديڪ آهي.

حيدرآباد جو شهر سنڌ ۾ بازار ۽ بادگيرن جي ڪري مشهور آهي. اصل خدا آباد ۾ به اهڙيءَ طرح سنڌي بازار هئي، تنهن ڪري هتي به اهو نمونو رکيائون. حيدرآباد جا بادگير اهڙا آهن، جو ڪو نئون ماڻهو پريان ريل گاڏيءَ مان اُنهن ڏي نهاريندو ته ائين ڀانئيندو ته ڪا

ٻالڻ ٻيٺي آهي. انهن ٻاڌ گيرن جي چوڌاري ڪيترن
هنڌن نهايت سهڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

حيدرآباد جو قلعو

حيدرآباد جي قلعي جي اڏاوت نهايت شاندار آهي
۽ آڳاٽي زماني جي ڪاريگريءَ جو هڪ عمدو يادگار
آهي. ميان شفيع محمد ملتان واري ھاڪاري ڪاريگر
۾ ٻين ڪاريگرن سان گڏ هن قلعي تي ڪم ڪيو هو.
قلعي جو ھاڻ جيڪو جيڪو ٽڪر مرمت ٿئي ٿو، سو ڏنب
ڀو پانڌجي ۽ اهو مرمت ٿيل ٽڪر وري ڍهيو پوي.
پر قلعو ڪيترن هنڌان اجا اهڙي جو اهڙو بيٺو آهي. اڳي
مٿي ۾ سڄي ھٺي ۽ ماڻهو ۾ سڄا هٺا ۽ هنر ۾ حد هون.
آفرين آهي آڳاٽن ڪاريگرن کي.

قلعي جي چوڌاري کاهي آهي، پر اندر وڃڻ لاءِ پل
ٺهيل آهي. ٻاهرئين دروازي وٽ زمين ٽڪر اهڙيءَ طرح
آهي، چڙهڻ ڏيڏي آهي ۽ اتي هڪ وڏو نم جو وڻ بيٺو آهي.
قلعي جو دروازو بلڪل شاهي ۽ ڊوڙ دنگ آهي ۽ منجهس
وڏا ڪير ڪتل آهن. دروازي مان لنگهي اندر ٽيس تر
سامهون شاهي ٿل ۽ انجي ٻرھ ٻاڻيءَ جو تلاءُ ڏسڻ ۾ آيو.
قلعي جي ٻاھران قدم شاهه ناڪي وٽ انجڻ بيٺل آهي،
ھا ٻاڻي جڪي مٿي ٻاڃائي ٿي. سڄي شهر ۽ ڪنٽنو نميمنٽ
کي ٻاڻي جو ٻاڻي هتان نلن جي وسيلي پهچي ٿو،

ڪنٽونميمنٽ ۾ نل ١٨٧٨ع ۾ پيا ۽ شهر ۾ نه سال کن پوءِ پيا ۽ ميونسپل سانپر آهي ته ١٨٦٣ - ١٨٨٤ع ڌاري ۾ اسين پنجالي کان پاڻي پرائيندا هئا سين، جو هاڻوڪي وقت وانگر نل عام جام نه هئا ۽ پاڻي پورو نٿي مليو، تنهنڪري قليلئي تان گهرائڻو پوندو هو.

قلعي ۾ جيڪي اڳي جايون هيون، سي هيئنر آهن ئي ڪونه. ڪن جاين ۾ ايتري قدر قير قار ڪئي اٿن، جو سڃاڻڻ ۾ نه ٿيون اچن. ميرن جي صاحبيءَ جي رڳي هڪ جاءِ متي ماڙيءَ تي آهي، جنهن ۾ ميرا اڳي ڪچهري ڪندا هئا. اها ماڙيءَ هاڻ ضعيف حالت ۾ آهي ۽ هڪ هنڌان تيڪو اُڙيو پيئو اٿس، پر تڏهين به اڳين ڪاريگرن جو ڪم اجا صفا ظاهر پيئو آهي. ماڙيءَ جي آڳنڌ جا ٿنڀا چِٽسالئي سان آهن ۽ اندر ماڙيءَ ۾ ڇت توڙي ڀتين تي ڪمانگري ۽ نقش ٿيل آهي. اڳي ڀتين ۾ آرسيون ڪتل هيون، سي ڪيڍي ويا آهن پر اُنهن جا چوڪ اجا ڀتين ۾ لڳل آهن. ڀتين تي جيڪي تصويرون چٽيل آهن، تن مان ڏس ته ڪنهن ۾ رستم ۽ سهراب ويڙها آهن ته ڪنهن ۾ ميرن جي محفل اڳي پيئي آهي ۽ ڪنهن ۾ حضرت سليمان جي حضوريءَ ۾ ديو ۽ پريون اچي حاضر ٿيون آهن. مهاراجا رنجيت سنگ سان لارڊ ليڪ جي ملاقات ١٨٠٣ع ۾ ٿي هئي، تنهنجي ياد گيري ڌاين ڪرڻ لاءِ اُنهن ايامي جون

شڪليون پٽ تي ڪڍيون اٿن. اُنهيءَ تصوير جي مٿان پٽ تي نقش نئون نڪورو ٿيو لڳي، ڀانءِ تہ ڪو ٻن ڄمن سالن جا جٽ نڪتل آهن. ماڙيءَ جون ڀتيون بلڪل مائيدار آهن ۽ اها ڀروڙ تڏهين ٿي ٿئي، جڏهين ڏسجي ٿو تہ ماڙيءَ جون دريون گهٽو اندر ڀريون آهن.

قلعي ۾ هيٺ هڪ کنڊ ڏي قبن سان جاءِ آهي، جا اصل ٻارود رکڻ لاءِ ڪم ايندي هئي. پاڻيءَ جي تلاءَ جي ڀرپان ڪن عملدارن جون قبرون آهن، جي مياڻيءَ جي جنگ ۾ مارجي ويا هئا. اُتي هڪ شيديءَ جي تربت آهي، جنهن تي اڪيل آهي تہ هو ڏاڍيءَ برجستائيءَ سان لڙيو هو. سندس نالو ڏنل ڪونهي، مگر مان سمجهان ٿو تہ اهو هاڪارو هوشمحمد آهي، جنهن بابت هڪ شاعر ہ چيو آهي:-

هاءِ هوشمحمد آيو ڪري ڪنبراٽي ڪاهہ
ايندي ٻہ آڙن ۾ گهوٽ وڃايا گهاهہ
قلوبان ڪڙو ڪيو شيديءَ پنهنجو ساهہ.

خبر اٿو تہ هوشمحمد جا ڪيو هو! ٻئي واري لڙائيءَ ۾ ميرپور خاص جي مير شير محمد انگريزن جو ٻارو اٿلائي ڇڏيو هو، تنهن تي انگريزن جي لشڪر مان هڪ ٻہ روهي، عملدار ميرن جي لشڪر ڏي وڃي جاسوسي ڪرڻ ويو تہ ڏسان تہ ڪهڙي ڏول تي ويٺا آهن، جو اسانجون توفون هنن تائين پورئي طرح ٻڙي نٿيون سگهن ۽ هي اسانجا ماڻهو

آسانيءَ سان ماريندا ٿا وڃن. هن عملدار کي گهوڙي
تي چڙهيل ايندو ڏسي ميرن ڀانيو ته صاحب جون ڳالهيون
ڪرڻ آيو آهي، تنهنڪري هن وڙهڻ کٽي بند ڪيو ۽
واڍايون ورائڻ لڳا ته نيٺ انگريزن کي ماري مچايو
اٿئون. هن عملدار ته رڳو حرفت پکيڙي هئي، تنهن
اوريرو اچي جاڏو ته مير جي ماڻهن ڏهن مان بارود کڻي
پٺ تي ڪري ڊگهه ڪيو آهي ۽ اُنهن پڪ ڀري بندوقن
۾ وجهي آسانيءَ سان ڇوڙين. هو ٻوءِ اُهيئي ٻيروني ٻنتي
موٽيو، ۽ ٻوءِ جيڪي توفون ڇوڙيائين، سي تن وجهي
بارود ۾ لڳيون ۽ ميرن جو سمورو بارود جهٽ سڙي
ويو. اتي ميرن جي لشڪر ۾ اچي ڦڙڦوٽ پيئي. مير
شير محمد کي سڌس ماڻهن ڏنو ته هاڻ خدا جي واسطي
اوهين ڀڄي وڃو، نه ته خير ڪونهي. مير مڃيئي نه جي
مرڻ مرڪ مڙس جو ۽ مڙڻ ڪمزورن جو. نيٺ جڏهين
ٽئين ڪري مير شير محمد کي هڪ ڀاسي ڪڍي ڀاڻ هئي
ڀاسي وجهي نغارا وڄائڻ لڳا ته پل ته انگريز سمجهي ته مير
صاحب اُنهي ڀاسي آهي. انگريزن اوڏانهين توفون ڇوڙيون،
۽ اُنهن توفن جو توفن ۾ جواب ڏيندي هوشمحمد ڏنو. هن وٽ
اجا ڪي ڏهيون بارود جون هيون، تن جي وسيلي
هي شيدي جهڙو مڙس انگريزن سان زور آزمائي ڪرڻ
لڳو ۽ هنن جو ڪيترو نقصان ڪيائين. جڏهين بارود

ڪٽس، تڏهين ٻيوس ٽي ٻيڻي رهيو ۽ انگريزن جي هٿان آخر
مير شير شهيد ٿيو. هن اوڏي مهل اهڙي ته مڙسي ڏيکاري
هئي، جو انگريزن به سندس انصاف مڃي پنهنجن عملدارن
جي پڙ ۾ هن جنگي جوان کي جاءِ ڏني آهي ۽ سارا هن جا
ساٿين هنجي تربت تي اُڪرايا اٿس.

قلعي ۾ لئنڊ ريڪارڊ آفيس آهي ۽ اُنجي چؤ گرد
نهار ته پڪل سرن جا ڍڳ لڳا پيا آهن. قلعي جي پٺين
ڏي ڏس ته ڪيترا، هنڌان زبوا، ٿيون ٻيون آهن.
قلعي جي اها حالت ڏسي فريئر نامو ياد پيو، جنهن جا ٽايل
آهي ته جڏهين ميان عبدالنبي ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم هو،
تڏهين هي قلعو سندس ماڻهن جي حوالي هو. اُها مائي
ڪلهوڙن جي گهٽين آڪهين سان گڏ هتي رهندي هئي.
سندس نوڪرن مان هڪ نمڪ حرام ٿي وڃي بلوچن جي
سپهه سالار حاجي احمد سان ٻٽ ٿيو ۽ ٻيهرن جي وقت
قلعي جي باروت خاني کي اندران باهه ڏنائين، جنهنڪري
قلعي جي اُيرندي پاسي واري ڀانهن ڪري پيئي ۽ بلوچ
اُنهيءَ هنڌان قلعي ۾ ڪاهي پيا ۽ سمورو خزانو ۽ قلعو هٿ
ڪيائون. بلوچن جو اُهو سپهه سالار هڪ خدمتگار هو،
تنهنڪري ٺٽي جي هڪ شاعر ڪي بيت ڏاهيا آهن:

حيدرآباد يڪـــ غلام گرفت آنکه دارد بفرق سايه مير
گفت تاريخم اين ظفرها تف قلعه حاجي گرفت دايه مير

قلعي جي صورت انگريزن جي صاحبيءَ ۾ ڦري آهي. اهو قلعو اصل ڄا نوڙي هو. ڪيترو بارود ۽ سپاهہ شروع ۾ هتي هئا ۽ هاڻوڪو ڪنٽونمينٽ وارو بہ پوءِ وسايائون. سن ١٨٥٧ع ۾ بلوو لڳو، تنهنڪانپوءِ قلعي ۾ جيڪي جهونيون جايون هيون، سي ڍهرائي ڀٽ ڪيائون ۽ اُها زمين بارود خاني لاءِ ڪتب آندائون. تازو ١٥ اپريل ١٩٠٦ جي رات جو ساڍي ائين بجي مهل قلعي ۾ گولو ڦاٽو تہ قلعي جا ڪيترا ٽڪرا اُڏامي وڃي ماڻهن ۽ جاين کي لڳا، جنهن ڪري سٽ اٺ ماڻهو اُفت مري ويا ۽ شهر ۾ ڪي جايون ڀڳيون تہ ڪي ضربيون، پر سرڪار اٽڪل سوا لک رپيا عيوضو ڀري ڏنو هو ۽ سمورو بارود قلعي مان ڪيائي درياهہ ۾ لوڙهائي ڇڏيو هئائون. اُنهن ڏينهن ۾ آءٌ ايسٽر جي موڪل تي حيدرآباد ۾ هوس. اهو گولي جو ڌڪاءُ ڪڏهين بہ وسرڻ جو نہ آهي.

## ميرن جا قبا

تنهن ڏينهن ميرن جي قبن ڏي وياسون. پهريائين جيڪي قبا ڏٺاسون، سي ويجهرائي جا ٺهيل آهن. اول مير محمد خان جي قبي ۾ وياسون، جو ١٨٥٧ع جو ٺهيل آهي. اندر مير محمد خان ۽ سندس پٽ ميرشاهنواز جون قبرون آهن ۽ اُتي سنگمرمر جو فرش ٺهيل آهي ۽ گنبذ جي اندران سهڻي چٽسالي ٿيل آهي. ٻئي قبي ۾ مير غلام شاهہ ۽ مير

فضل علي خان جون ترٽون آهن، اهو سنه ۱۸۵۵ع ۾ ٺهيو. اُنهي قبي جي پرسان ٻيئين جو ٽجڙون آهن، جي ڪين ڏيکاريندا آهن. هن سڀني کان عمدو قبو آهي مير ڪرمعلي جو. ٻاهران ٻن شيدي ٻائرن حاجي امان ۽ شيدي عنبر جون قبرون آهن. اُهي ٻئي ٻائرمير جي ديرن ۾ ايندا ويندا هئا. قبي ۾ ڏيڍي آهي، ۽ آتس نديو گنبذ ۽ نيلون آهن. اندر پاسن کان ٻه ٿلهيون آهن، جن تي ميرن جون زالون ويهي آسائش وٺنديون هيون. اُنهيءَ ڏيڍيءَ کي شهه نشين سڏين ٿا. اڳيان هڪ ڪشادو ايوان آهي ۽ ٽانهي تي قبو ۽ جوڙاري ٽجڙون، صفحا ۽ قبرون آهن. قبي کي ٻاهران پٿر جا اُڪريل ٻاوا آهن، ۽ اندر قبر جي مٿان سنگمرمر لڳل آهي، جن تي خواهه محرابين هيٺان قرآن جون آيتون بلڪل سهڻيون ٿيون لڳن. هي قبر سنڌس ٻائيٽي مير محمد جي آهي، جا اجمير جي ڪاريگرن اجميري پٿر مان ٺاهي آهي. قبرن مٿان سنگمرمر جي ڇٽي آهي؛ اُنجو پٿر جيڪي سو سادو آهي، باقي جتسائي ۾ گهٽتائي ڪانهي. ڪاريگرن جي ڪاريگري وري ڪهڙي، جو گنبذ ڏي نهار ته جيڏو گنبذ آهي، تنهن کان وڏيڪ اُن ٺهو ٻانڌجي. مير نور محمد خان جو مقبرو (سنڌين جي واري جاءِ) ته ڪاريگريءَ جو هڪ عجيب نمونو آهي. اُتي مير نور محمد، مير

شهداد خان، مير مراد علي ۽ مير حسنعلي جون به قبرون آهن، جنکي جو ڏاري سنگمرمر جو ڪٽهڙو آهي ۽ مٿس سنگ سليماني ۽ سنگ عقيق جڙيل آهن ۽ مٿان دستخط قرآن شريف رکيل آهي. اُتي رات جو پيتلي ڏيئا پاريندا آهن. اُتي جيڪا زناني تاجر آهي، سا بلڪل سهڻي آهي. هتي ميرن جون زالون مرحومن لاءِ ختمو ڏينديون هيون. سندن نماز پڙهڻ لاءِ اُتي مسجدون به ٺهيل آهن.

هتان هلي وات تي غلام نبيءَ جو قبو ڏسندا پوءِ ٽڪر جي چوٽي تي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو قبو ڏوسين، جو هيڪاري رونقدار آهي؛ پر ٿورن سالن کان گنبذ ڪري پيو اٿس، جنهن جي ڪري سوڀيا گهٽي گهٽ ٿي ويئي اٿس. هي هڪڙوئي قبو آهي، جنهن جي مٿان اُل بازار ٺهيل آهي، جتان شهر جو نظارو عمدو ڏسڻ اچي ٿو. هي محفوظ ٿيل يادگار آهي ۽ سرڪار جي حفاظت هيٺ آهي.

ڦليلي: "ڳوڻي سدا اوڻي."

ڦليلي واهه درياهه شاهه جي سڪيلڊن پٽن مان هڪڙو آهي. اهو واهه ڪو اڄ ڪلهه جو ڪونهي. هن واهه ميرن ۽ ڪلهوڙن جي صاحبي ڏٺي، پر جن ڏينهن ۾ هندو راجا نيرن حيدرآباد ۾ راڄ ڪندو هو، تن ڏينهن جي به سا نهرا اٿس، هنن قديم لاڏاڻي واهه به آهن ۽ [illegible] پراڻي

ڦليلي، ٻي نئين ڦليلي. پراڻي ڦليليءَ جي ناليءَ مان ظاهر آهي ته اصلوڪو واهه اهو آهي. پراڻي ڦليليءَ جو منهن گهاٽن جي گهوٽ وٽان آهي ۽ اُتان درياهه اُڪري ٻار وڃيو ته ٻهتاري هٿميشن تي وڃي پهچيو. پراڻي ڦليلي گهاٽن وٽان نڪري ميهاڻي ۽ ڪهاڙي ڏيهن وچان واه ڪندي ڄملي نو ڪوهه ڪن پنڌ ڪري حيدرآباد ۾ رشي گهاٽ جي سامهون نئين ڦليليءَ سان اچي گڏجي ٿي. پراڻي ڦليلي حيدرآباد اچڻ کان اڳ پنهنجي پيٽ مان ڪمال واهه، امام واهه، نور واهه ۽ ٻيا ننڍڙا ننڍڙا واهه ڇڏيا آهن، جن سڀني تي چڱي آبادي ٿئي ٿي. پراڻي ڦليليءَ ۾ مي مهني ڏاري ٻاڻي اچي ٿو ۽ آڪٽوبر ڏاري ٻاڻيءَ جو ڇيهڙو ٿئي ٿو.

نئين ڦليليءَ جو منهن جام شوري وٽان آهي. جام شورو حيدرآباد کان ٻه ڪوهه پري اُتر طرف ڄيڪب تلاءِ جي پريان آهي. جام شوري جو رستو چڱو ڀلو آهي ۽ وات تي ميل لڳل آهن. اسين ٽئين ميل وٽان ساڄي هٿ ڏي لڙي سنڌو سرور جي ڄاءِ تي وياسين ۽ اُتي ٿوري ساهي پٽي پوءِ وياسين ڦليليءَ جو منهن ڏسڻ. بس، ڪهڙي ڳالهه ڪجي! درياهه شاهه موج سان پئي وهيو ۽ سنڌس پيٽ ۾ ڦليلي واهه پنهنجو وڏو وات ڦاڙي بيٺو هو ۽ درياهه بادشاهه وڏي دل سان منجهس پاڻي پئي اوتيو. هتان

درياهه جي ٻنهي پر ڪوٽڙي تعلقي جو ڳوٺ رائيلو آهي ۽ اُتي جو گيهه ڪوٽڙيءَ ۾ عام طرح وڪامندو آهي.

ڄام شوري وٽان درياهه مان واڏو واهه ٻه نڪري ٿو، جو گدوبندر ۽ مير جي ٽنڊي وارن رستن تان لنگهي وڃي نهال شاهه جي ڪُنَ ۾ پوي ٿو. ٽيون ٻه هڪ واهه هتان نڪري ٿو، جنهن جو نالو ڳڏائون "ڦشادي!" اسان ٻڌيون ته انهيءَ واهه نڪرڻ ڪري ڪهڙو فساد متو هو، جو اهو نالو پيس؟ جي سائين، اها ته خبر ڪانهيءَ پر سڌ پندا اڃو ائين ائس.

ڄام شوري وٽان جو قليائي جو نمُون منهن ويندا جوڙين، سو ٻه ڏٺوسون. بنياد ۾ سرون ڏاڍيءَ ڪاريگريءَ سان ٿا رکن. ائين نيو پانڌي جڻ ته ڪنهن باغيچي لاءِ ڦيرن ۽ وراڪن سان پارا ٿا ڏيئين. اسان اڳي ڪنهن ٻه واهه جو منهن جڙندو ڪو نه ڏٺو هو، سو اسان کي هتي گهڻو مزو آيو.

قليائي جي نئين منهن ڪيڻ لاءِ سرڪار کي ڄام شوري جي ڳوٺ واري زمين کپندي هئي، تنهنڪري ڳوناڻن کي اُتان اُٿاريو هٿائون ته هنن وڏو گوڙ مچايو هو ۽ بمبئيءَ ڪائونسل تائين ڳالهه ويئي هئي. اسان سنڌن ڊال ماگر ڏٺا. آهي اهڙا اُچا اُچا پيا هئا، جو جڻ ته ڪن اڏا من جا ٿڪا هئا.

جامشوري ۾ سرونهر جي جاءِ جي ڀرسان درياهه تي پل ٺهيل آهي. درياهه وارو پاسو مٿي آهي ۽ اُتان پاڻي لهي اچي هيٺ ڦليليءَ ۾ پوي ٿو. سرونهر جي هڪ ماڻهوءَ کان پڇيوسين ته ڪا ٻيڙي اوپاري وڃڻي هجي ته انهيءَ جاءِ تي چاڙهي ڪيئن؟ هن اُماڻ هڪ وڏو لوهه جو ڏيک، جو وڏي توپ جي نموني هو، سو مٿي ڪنيو ته اويس ( Capstan ) ظاهر ٿي بيٺو. اويس سان وڏو ٿلهو زنجير ٻڌل هو، سو ڏيکاري چيائين ته هن زنجير سان ٻيڙيءَ کي قابو ڪري پوءِ اويس جي مٿين ڪاٺين مان هڪ ۾ پاري ( Spoke ) وجهي ولي ڦيرو ڏيندا آهيون ته زنجير اويس جي چوڌاري ويڙهبو ويندو آهي ۽ ٻيڙي مٿي چڙهندي ايندي آهي! ڄڻڪو سولو اُپاءُ رکيو ائين.

جامشوري وٽان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي حيدرآباد اچبو ته منو ڪلاڪ بس لڳندو، ڦليليءَ جي ٻنهي ڪنارن تي وام جا باغ باغيچا آهن. مٿان ڳلن ڦلن جي گهٽائيءَ سبب ڦليلي نالو پيو ائس؟ ڪيترن مهربانن ۽ ٻين کان پڇيم پر ڪو به ڄاڻي ڪين سگهيو ته هن ماڪاري وام تي اهو نالو ڪيئن پيو.

حيدرآباد ٻن لاءِ جيڪي گهمڻ جا پاسا آهن، تن مان هڪڙو ڦليليءَ جو پاسو آهي. انهن جي موسم ۾ ڏسو ته ڪيئن نه عامل ۽ پائيبند انهن جا ٽوڪرا ڀري ٽنبا ٻڌي

يا ٻڌا ننڍين پاڻيءَ ۾ ترن پيا ۽ انهن مان جوڙا ، ٻيا پرين.
ڪي سڌا ن ٿا ڪن، ته ٻه قلعيءَ جي دڪانن تي ڏيڍو
چٽڻي ۽ هڪ ڪوزا اوس کائين. قليايءَ گهٽيءَ زمانا ڏنا
آهن. عامل ۽ پائيبند خدا آباد مان لڏي حيدرآباد آيا
ته ڀريائين قليليءَ تي ڪچين لانڍين ۾ رهندا هئا.
سن ١٨٠٩ع ۾ ڪئپٽن ايلس، مسٽر سمٿ ۽ ٻيا ڪي جنگي
عملدار ميرن سان عهد ڪرڻ آيا هئا ته رڳو اسانکي اجرڻ ڏجو
۽ فرينچن کي اجرڻ نه ڏجو، سي به قليايءَ تي اچي رهيا
هئا. حيدرآباد ۾ نل پيا، تنهنڪان اڳ ماڻهو قليليءَ تان
پاڻي گهرائيندا هئا. ڪوٽڙي بندي سن ١٨٨٧ع ۾ ڪلي،
تنهنڪان اڳ شراب جون بٺيون قليائي تي هيون. ڪلالن
وٽ مٽل گڙ هميشه موجود هوندو هو، ٻاقي مصالحن جي جلي
هرڪو ماڻهو پنهنجي ڪٽي ايندو هو ۽ جنهنکي جهڙي قسم جو
شراب کپندو هو، تنهنکي تهڙي قسم جو ڪڍي ڏيندا هئا.
اهو شراب هاڻوڪي شراب کان ٻه چوڻ کن ڏگريون
تيزٽپ ۾ وڌيڪ هوندو هو. مطلب ته اڄن دوآتش ۽
سه آتش جون، خوشبوين هن قليليءَ گهٽيون سڳهيون
آهن، ۽ اڄ به ڪنارن تي جيڪي باغ آهن، تن ۾ گهٽيءَ
رنگ ٿيندا پيئي پسي. قليايءَ تي تازو ٻجليءَ جو
ڪارخانو نڪتو آهي، جتان شهر کي روشنائي ملي ٿي.
قلياي نه رڳو شادين يا خوشيءَ جي ڳالهين ۾ شريڪ ٿئي

ٿي، ٻر مرٽي ۽ ٻہ ٻارٽ ملهائي ٿي. حيدرآباد جا هندو ٻني پائڻ لاءِ قليليءَ تي ويندا آهن ۽ ٻارهي جو ڪرم اُتي ڪندا آهن. ڪنهن وقت قليلي ڦهار ٻہ ٿئي ٿي. ڪيترا ڪونڌر ۽ ٻار قليليءَ ۾ ٻڏا آهن ۽ ناري جي ڪن ٻہ هيلتائين گهڻا ٻکر ورتا آهن.

قليلي واهہ بلڪل آڳاٽو آهي، جهڙين مٿي جيڙو وهو آهي. سنڌ س ڪي شاخون ٻہ آڳاٽي زماني جون آهن. قليليءَ جي ٻهرين ۽ مکيہ شاخ آهي گاجيا واهہ. حيدرآباد کان گاجيا واهہ اٽڪل سترهن ميل ٻري آهي. جام شوري کان وٺي گاجيا واهہ تائين هن واهہ جو نالو "قليلي" آهي. ٻرپوءِ هن کي ٽنڊي محمد خان طرف "گوني" سڏيندا آهن. انهي گاجيا واهہ وٽان "لاڙ" شروع ٿئي ٿو.

حيدرآباد کان ميل سترهن آهہ گاجيا واهہ گلزارُ
گوني ٿئي تي اتان شروع ڏس لاڙ جو ٻارُ

گوني معنيٰ آباد ۽ اُنجو ضد آهي "اڙني" يعني اڙٽاڻي (ڪلراٺي) يا غير آباد. اهو گوني نالو گهڻو آڳاٽو آهي. ڳالهہ ٿا ڪن تہ پير غلام شاهہ ٻدين وارو هڪ لڳا نوراين جي ڳوٺ ۾ هو. اهو ڳوٺ ڪٽر جي ٻريان ٽنڊي محمد خان کان ٻہ ڪوهہ کن اوري اُتر ڏي آهي. انهي ڳوٺ وٽ هڪ لڳا قليليءَ جو ٻاٽي

بلڪل ٿانگهو ٿي ويو، جنهن ڪري آباديءَ کي ڌڪ اچڻ لڳي ۽ ماڻهن جي آمد رفت جو رستو به بند ٿي ويو. پير غلام شاهه اتي دعا جا لفظ وات مان ڪڍي چيو ته ”گوني سدا اوڙهي“. مير بحر چون ٿا ته سائين، اها درويش جي دعا اڄ لڳي آهي ۽ هاڻ ته توهين پاڻ ٿا ڏسو ته گوني پارهوئي پيئي وهي.

گونيءَ تي واهه جي آبادي ٿئي ٿي! ٽنڊي محمد خان جا انبن جا وڻ گونيءَ جو جڙيو پاڻي پي اهڙو مٺ ٿا ڪن، جو پاڻ نٿا چئي ته رڳو ڪاٽجن ئي ٽنڊي جا انب. ٽنڊي جي مال کي گونيءَ جو آگوندرو آب ملي ٿو ته گيهه اتي جهجهو ٿئي ٿو ۽ واپاري به وڏيءَ خوشيءَ سان مڻ جا جوئيتاليهه سير گيهه ڏين ٿا. سڄيءَ سنڌ ۾ مون رڳو ٽنڊي ۾ جوئيتال تور ڏٺي آهي، باقي ايڪيتال ته عام آهي.

گوني نه رڳو ٽنڊي محمد خان سان پاڻ پلايو آهي، پر تلهار، ماتلي، بدين ۽ ٽنڊي باگي سان به وڙ ڪيو اٿس. هن پاسي ڪمند جا پڙا جام آهن. تلهار طرف جيڪڙا آهن، جن ۾ ڪمند پيڙي رس ڪڍي گڙ جوڙيندا آهن. گڙ جي ديگين ۾ مختيارڪار چڙهي زمين ڏسڻ ويندا آهن!! بدين لائين ڪاڻ ڪان اگهه قليليءَ ۾ چار لانچون هلنديون هيون. وچ ۾ جرمنيءَ جي جنگ سبب بدين لائين ڪڍي ڇڏيائون

تہ لانچون وري بہ هلنديون هيون، مگر هاڻ ٽورن مٿان
کان ريل وري جاري ٿي آهي، جنهنڪري مسافرن لاءِ
وڏو سهنج ٿيو آهي.

ٺٽي ڀاڱي کي ڪجهہ گوني ڪجهہ ڏوري پراڻ
جو پاڻي ملي ٿو، پر پڇاڙين تعلقو ساڄو گونيءَ تي مدار رکي ٿو.
اٽڪل ٽيويهہ سال ٿيا ( يعني ١٩٠٠ع ڌاري ) تہ گوني
جي ٻڇڙيءَ وٽان اسڪيم يعني جنبڙ ڪڍيائون.
هتي ڦليليءَ جا ٽي منهن آهن، تنهنڪري هي هنڌ ڏام طرح
"ٽمنهون" سڏجي ٿو. گونيءَ جي هڪ منهن جو نالو
آهي "سنهي گوني" ٻيو منهن شيروارو وڏو ۽ ٽيون
منهن ملي واهہ وڏو سڏجي ٿو.

ٺهار روٽان ڦليليءَ مان ميرواهہ نڪري ٿو ۽ اُنکي
پڇين جي پريان "گهاري ماندرِ" سڏين ٿا، جنهنجو پاڻي
ملي بندر ڏي وهي وڃي ٿو. حاصل مطلب تہ پراڻي
ڦليلي گهلين جي ڳوٺ وٽان ۽ نئين ڦليلي جام شوري
وٽان درياهہ مان نڪرن ٿيون، ۽ ٻئي حيدرآباد طرف
رشي گهاٽ وٽ اچي گڏجن ٿيون ۽ گاجيا واهہ وٽ
پاڻ تي گوني نالو ڌرائي ڦليلي باغيچن ۽ ڪمند جي
ٻوٽن ۽ سار پيال پوکن کي پاڻي پهچائيندي اسڪيم، جو
ڦليليءَ جو جوڙ آهي، اُتي ٽي منهن ڪڍيا ٿي ۽ ٻوڙ
پنهنجي پاڻي سان ملي بندر جا پٽ پسائي ڪچهہ جي
رڻ ۾ وڃي ريلا ڪري وهي ٿي.

# مياٽي

سواري جي شروعات ٿي. ٻه ٻه سيڙ ھٿي ٻيا. اسين ٻاھر ست ڄڻا ھئاسين. ھڪ ڏينهن سويل صبح جو سعيت ڪري ميرا آباد کان ھلياسين ۽ ڪاري ڦردي ڏي رخ رکيوسين. ھتي موڙي جڏھين لٿي ھئي، تڏھن اُنکي ٻاسن کان ڏامر ھڻيو ھئائون، تنھنکري ڪاري موڙي ۽ ڪارو ڦردو نالا پيس.

ڪاري ڦردي تان لھي ھيٺ ٽياسين ته ٻه شاھي رستا نظر آيا. جنھن رستي تان اسين ھٿي وياسون، سو سنڌ ڪانڙيءَ وٽو ٿي. ڪانڙيءَ جو ڪو ڳوٺ ڪونهي. اھو رڳو ديھه جو نالو آھي. ٻئي رستي تان سنڌو مسو ٻرڳڙيءَ جي ڳوٺ وڃبو آھي. ھيو رستو ڏائي ھٿ ڏي ٻڪين جايين ۽ ٻاغن بستانن وٽان مياٽي ۽ مٽياريءَ مان لنگھي ھالن ڏي وڃي ٿو. اھي ٻئي رستا مٽياريءَ کان ٻه ڪوھ ڪن پري ٻاھو ديري وٽ نصير واھ جي موڙيءَ تي ھڪبئي سان وڃي ملن ٿا ۽ اُتان سڌي سڙڪ سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ قاضي احمد ڏي وڃي ٿي، جتان دولت پور ۽ مورو ۽ ڳوٺ سنڌ وڃا تعلقہ مورو مان لنگھي نوشھره فيروز، پڙيا، لاڪا تعلقہ ڪنڊيارو، ھالاڻي ۽ ڪوٽڙي ڪبير تعلقي ڪنڊياري مان وڃي خيرپور رياست مان، وات ڪري روھڙيءَ ملي ٿي وڃي ۽ اُتان اھي عاقلي، گھوٽڪي ۽

ٻهاولپور رياست مان سنڌ ۾ ملتان وڃي ٿي. اڳي ملتان کان حيدرآباد اچڻ لاءِ اهو رستو ماڻهو وٺندا هئا ۽ اڄ به اهو رستو چڱيءَ حالت ۾ آهي ۽ اُنکي عام طرح روهڙيءَ وارو رستو سڏبو آهي.

اسين اهو روهڙيءَ وارو رستو وٺي باغن ۽ بنگلن جو ٻريان ديدار ڪندا چنڊن واري موڙي وجهي چڙهياسون. هتي هڪ سنڌي ڪتاب جو سبق، جو ننڍي هوندي پڙهيو هوم، سو ياد پيم، جنهن ۾ لکيل هو ته "حيدرآباد جي پسگردائيءَ ۾ چنڊن جو ڳوٺ آهي، تنهن ۾ ڪنڊ ۽ ٻيٽ ڪرڙ جو ذات جو ٻير رهندو هو." هن رستي جي ٻنهي پاسن تي وڻڪار آهي، جنهنڪري اُس گهٽي ڪانه ٿي لڳي. وات تي ڪن ڪن ٽڪرن ۾ ڪڻڪ جي پوک جڳهي رونق ڪري بيٺي هئي. ٻٽ کي چڙ ته سائو پهراڻ پيو هو ۽ اُهو ڏسي روح کي راحت پئي آئي. سڄي وات جو ڦير نظر ڦيرائيندا ۽ ڳالهيون ٻولهيون ڪندا اچي مياڻيءَ پهتاسين. حيدرآباد کان مياڻيءَ ڏائين ست ميل پنڌ آهي، پر اسان لڪابو ۾ ڪيون.

مياڻيءَ جو ڪو ڳوٺ ڪونهي، تنهنڪري اُتي نڪي هٽ آهن، نڪي گهر آهن. هتي اڳي ٻان ۽ ٻچڻن جي مياڻ هوندي هئي، تنهنڪري اهو نالو پيس. مياڻيءَ رڳو ديهه جو نالو آهي. اها پيان جي ديهه آهي، تنهنڪري پيلن جي ڪاٺين وارن جو اُتي بنگلو ٺهيل آهي. موٽر ۾ باغ آهن،

جن ۾ انهن جا وڻ اڪيچار آهن ۽ هريا، ڀلاوا آهي. مياڻي جو ڀلاو گيجگام آهي؛ منجهس بگهڙ گهڻا آهن، جي مال جو زيان ڪن ٿا. خبر اٿو ته بگهڙ مال جو زيان ڪيئن ڪندا آهن؟ هڪڙو بگهڙ هوندو ته ٻڪرين جي ڌڻ کي ڀيو پيا ٻيهندو ۽ جنهن وقت ڏسندو ته ٻڪرار جو منهن ٻئي پاسي آهي يا ڪا ٻٽ (ٻڪري) وڏي ويجهي آئي آهي، تنهن وقت جهٽ مٿس ڪاهي پوندو ۽ سڄي کڻي هليو ويندو. جيڪڏهن ٻه بگهڙ ڪنهن ٻڪريءَ تي ڪاهيندا ته هڪي اڌو اڌ ڪري اُنجا آنڊا گجيون ڪيرائي باقي گوشت کل سوڌو کڻي ويندا. بگهڙ کي بندوق سان مارڻ سولو آهي، پر مالدارن کي بندوق جو پروانو ڪونهي، تنهنڪري هو ڪتن جي لوڌ ۽ ڏانگين ۽ ڪهاڙين سان بگهڙن کي ماري پورو ڪندا آهن.

اسين مهڙ واري باغ ۾ انبن جي وڻن هيٺان وڃي ويٺاسين ته آهي ڏينهن ياد پيا، جن ڏينهن ۾ جيئڻي جهنڊ تي هٿي اچي ويٺو هو، ۽ لعل جا جاتي هتان اچي لنگهندا هئا ته اُنهن سان گڏ ڪرها ڪڍائي شهر ۾ اچبو هو. بازار ۾ ماڻهن جا حشام بيٺا هوندا هئا، زالون ۽ ٻار ڪڏن تي مڪبڻي متان گاهت پيا ٿيندا هئا، جو سڀني کي جاتن ڏسڻ جو شوق هوندو هو. بازار ۾ جيهي جيهي کي گهوڙ ڙيا مهون ۽ هاڻي جا ٿالهه پرتي اچي بهندا هئا ۽ ...

ٽيندي هين. جنهن وقت جاتين جي اُن جون قطارون شاهي بازار مان لنگهنديون هيون، تنهن وقت ننڍو وڏو خوشيءَ ۾ ٻرجهي بلند آواز سان چوندو هو ته "لال جا جاتي جڳ جيئو جهولي." شاهي بازار جو نظارو اُنوقت عجيب هوندو هو. اڄ ماڻهن ۾ اها خوشي ڪانهي ۽ هرڪو پنهنجي حال ۾ حيران آهي.

اِهي آڳاٽيون ڳالهيون ڳُٽيندا هٽڙيءَ ڏي وياسين. مياڻي ۽ هٽڙي گڏيا پيا آهن. هٽڙيءَ ۾ پنج ڇهه دڪان آهن ۽ پاڃي پٽو، ٽورو ميوو ۽ ٻيون آئي ملي سگهن ٿيون. اُتي شڪول ۽ پوليس جو ڦاٽو به آهن. اسان پڻ جڏهن کان پڇيو ته هٽڙيءَ تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ سيٺي ساڳي ڳالهه ڪئي ته مياڻيءَ جي جنگ کانپوءِ هي ڳوٺ ٺهيو. هتي ڪيترا ڏينهن جنگي ڪاتي وارا رهندا هئا، تن جي سهوليت ۽ پنهنجي ڪمائيءَ لاءِ ڪنهن واڻئي هتي اچي "هڪ ننڍڙو هٽ کوليو، جنهنڪري عام طرح "هٽڙي (ننڍو هٽ) چوندا هئا ۽ پوءِ ڳوٺ ٻڌو ته اُنهيءَ تي به اهو نالو پيو.

هٽڙيءَ کان اڳيرو هلي ٻراڙي ڦليليءَ جي ڀٽ مان لنگهي هڪ پيچرو دلي پٺو پهتاسون. سانڃا ٻٽ ولايتي ٻيرن سان ڇانيل هئا، جن جا سنها ۽ سهڻا ڦڻ سياري سبب ٻرنگا ٿي پيا هئا، اڌ ساوا ته اڌ سون ورنا. اُنهن

پٿرن ۾ ڪڍيا جدا پاڻا ڏا ٿين، تنهنڪري ٻڪريون ۽ اُٺ وڏي ڇاهه سان جڪ مٿي منجهانئن ڏيو ڪڍيا آهن. آنهن پٿرن جا نئي وات کان نڪري پاهر ٿيا سون ۽ ڏارجو رنگت پڙ ڌوسون ۽ ڪوهه جي پرسان ڏيوڙي ڏٺي سون.

ڏيوڙي هڪ شاهي تل آهي ۽ هيٺ چورس پر مٿين مٿي، نئين سوڙهي. وچ سڪندر جي ويڪري سر تي انگريزيءَ ۾ لفظ اُڪريل آهن، جن ۾ ڄاڻايل آهي ته ١٧ فيبروري ۽ ٢٤ مارچ ١٨٤٣ع ۾ سنڌ جي ميرن سان لڙائي ٿي هئي، تنهنجي يادگيريءَ ۾ هي تل سرچارلس نيپئر جوڙايو. انگريزن جي لشڪر مان جيڪي ماڻهو مئا هئا، تن جا نالا ۾ اُڪريل هئا. يورپين جي نالن سان گڏ ڪيترن ديسي ماڻهن جا ۾ نالا هئا، جهڙوڪ نائڪ پير خان، حولدار گنگادين، موهن سنگهه، ٻاٻاجي راءِ، سوار جي ۽ ٻيا. مطلب ته هندو مسلمان ۽ پارسي سڀ انگريزن جي لشڪر ۾ هئا.

ڏيوڙيءَ جي تل جي چوڌاري لوهه جو ڪٽهڙو آهي ۽ ڇٽن تي ڪنڊن کان پٿر جا ٿنڀا آهن. ڪٽهڙي جي دروازي وٽ ۾ پٿر جا ٿنڀا آهن. آنهن ڇٽن تي پٿرائن ٿنڀن تي لوهه جا گولا وڏي ڪنهوڙي جيڏا هڪ ٻئي سان گنڍيا پيا هئا. پهرين ٿين هر هڪ قطار ۾ چار چار، انهنجي مٿان ٽي ٽي، پوءِ ٻه ٻه ۽ سڀني جي مٿان هڪ هڪ گولو

وڪيل هو. اهي گولا ٽنهين جي سونهن لاءِ آهن ۽ سيڪي کي ڳاڙهو رنگ ڏنل هو. حقيقت ڪري اهو ياد گار اهڙو ڪو سهڻو ڪونهي، جهڙو جي ڏسڻ لاءِ خاص طرح ڪهي وڃجي. سرچارلس نيپئر جيڪڏهين ڪشادي دل ڪري همڪان وڌيڪ عمدو ياد گار جوڙائي ها ته سنڌ س ذات پائي انهيءَ ڏيوڙهيءَ نسبت اهڙي ساکت ڪلامي نه ڪن ها، جهڙي هاڻ ڪئي اٿن جو انکي بد زيبو ۽ نيچ ياد گار ڪونيو اٿن.

ڏهي وارڙيءَ لڙائيءَ جو تورو ذڪر حيدرآباد جي قلعي جي بيان ڪندي اڳيئي ڏنو ويو آهي. مياڻي ۽ ڏهن جي وچم گهڻو بند آهي. ڏهن ڏي وڃڻ لاءِ ڏيڍا شتيشن ٽان وڃبو آهي. انهي پاسي ناريجا ذات جا ماڻهو وينا آهن، تنهنڪري اهو ڳوٺ ناريجن جو سڏجي ٿو ۽ ڏهن جي لڙائيءَ کي ناريجن جي لڙائي به چئبو آهي.

ڏيوڙهي ڏسي پوءِ ڪاٺڙيءَ وارو رستو ورتوسون. وات تي ٽوناري جو ڳوٺ آهي، جو ڏيوڙهيءَ جي نزديڪ آهي. هن ڳوٺ جي وچهو ٽونرن جا نشان آهن. ٽونر معنيٰ ڪڏ يا پارو، جهڙن مان لوڻ ڪڍجي ۽ ٽوناري يا اوناري معنيٰ لوڻ جوڙيندڙ. انگريزن جي صاحبيءَ کان اڳي هتي جا ماڻهو کلر مان لوڻ جوڙي اهو حيدرآباد ۾ سستي اگهه ۾ وڪڻندا هئا. کلر مان لوڻ هن طرح جوڙيندا هئا:

هڪ ڪنڌائون مٿون جوڙي اُنهي جيت ني ڪلر
ماري تنهنجي مٿان پاڻي ڇٽڪاريندا هئا ته ڳاڙهو پاڻي
جيت مان تمي هيٺ وهندو هو ۽ اهو سڀ هڪ ڪنڊ ۾ وڃي
ڪٺو ٿيندو هو. اُنهي پاڻيءَ کي وري ٻر ڏوئندا هئا ته
ڪلر وڃي ترونندو هو ۽ مٿان لوڻ جمي پوندو هو. هاڻ
ڪلر مان لوڻ جوڙڻ سالت آڪٽ هيٺ ڏوهه آهي،
تنهنڪري رڳو سرڪاري ڏيهن ماريپور، سارن ۽ ڏليار
جو لوڻ سنڌ ۾ کپي ٿو. پنجاب مان ٻه لوڻ سنڌ ۾ اچي
ٿو، جو عام طرح سينڌو لوڻ سڏجي ٿو. حقيقت ڪري
سينڌو لوڻ معنيٰ سنڌ جو لوڻ؛ مگر اُهو لوڻ سنڌ جو
نه آهي.

## متياري

متياريءَ کي اصل متعلوي چوندا هئا. اهو نالو هن طرح پيو:
حضرت محمد جي نياڻي بيبي فاطمه حضرت عليءَ سان
پرڻيل هئي. حضرت عليءَ کي اُنهيءَ گهر مان ٻه پٽ
امام حسن ۽ امام حسين ٿيا، جن جو اولاد حسني ۽ حسيني
سيد آهن. شاهه لطيف حسيني سيد هو. بيبي فاطمه جي
چيڙي حضرت عليءَ ٻي شادي ڪار ڪئي، مگر هنڪانهوء
اٺ زالون پرڻيو، جن مان تيرهن پٽ ۽ ارڙهن نياڻيون
ٿيس. سنڌس ٽن پٽن حنفيه ۽ عباس ۽ عمر جا اولاد
حضرت عليءَ جي نالي پٺيان "علوي" سڏبا آهن. اُنهن

علوين مان مير علي نالي هڪ سيد تيمور بادشاه جي ڏينهن ۾ هرات کان سنڌ ۾ آيو. هن جي اولاد مان، صاحب سمو نالي هڪ سيد اهو شهر سن ۱۳۲۲ع ڌاري پڌو ۽ علوي سيدن جي نالي پٺيان هن کي مٽعلوي سڏ يائين. مٽعلوي مان پوءِ نالو مٽياري ٿيو. اهو شهر حيدرآباد کان سترهن ميل پري اُتر طرف هالن تعلقي ۾ آهي ۽ اُن کي الهڏنو ساند اسٽيشن نزديڪ آهي. جڏهين ريل گاڏي ڪا نه هئي، تڏهين ماڻهو هالائي وارو رستو وٺي مٽياريءَ ويندا هئا ۽ اڄ به اهو رستو وهندڙ آهي.

مٽياريءَ ۾ اڳي نه رڳو علوي، پر حسني ۽ حسيني سيد به رهندا هئا. شاه ڪريم اصل مٽياريءَ ۾ رهندو هو ۽ پوءِ وڃي ٽنڊي محمد خان طرف بلڙيءَ جو ڳوٺ وسايائين. شاه لطيف به مٽياريءَ جي سيدن مان هو ۽ هن پوءِ وڃي ڀٽ وسائي. ٽنڊي محمد خان ۾ نظر محمد شاه جو وڏو ميلو لڳندو آهي. هو صاحب ڌارو ۱۸۹۵ع ۾ وصال ڪري ويو ۽ اهو به مٽياريءَ جي سيدن مان هو.

ساڄن سوائي ڪوهي ۾ ونگ ولهار جي پرڳڻي ۾ رهندو هو ۽ هن جو ميلو اڄ ڏينهن ٽنڊي باگي ۾ لڳندو آهي. اهو صاحب به مٽياريءَ جي سيدن مان هو ۽ مخدوم نوح هالن واري جو مريد هو. اهڙيءَ طرح مٽياريءَ ۾ گهڻا سيد ٿي گذريا آهن، جن مان پير [illegible] شاه ۽ پير [illegible] شاه مشهور

درگاهون اڄتائين مٽيارين ۾ آهن ۽ چڱيون ڀليون آهن. پير هاشم شاه جو مقبرو ١٧٦٢ع ۾ ۽ پير رکن شاه جو ١٧٦٠ع ۾ ٺهيو هو. مٽيارين ۾ سهڻي جامع مسجد آهي، جا سن ١٨٠٣ع ۾ ٺهي هئي. هتي هر سال سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ڌاري ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ اٽڪل ٻه ٽي هزار مسلمان اچي گڏ ٿيندا آهن. شهر ۾ اٽڪل ساڍا ڇهه هزار آدم رهي ٿو، جن مان سيدن ۽ شيخن جي اُتي چڱي هلندي آهي.

## هالا

مسلمانن جي هڪ ذات جو نالو "هالا" آهي، جنهن تان هالن جي شهر تي نالو پيو آهي. هالن جا شهر ٻه آهن: هڪ هالا پراڻا، ٻيو هالا نوان، جن جي وچ ۾ مفاصلو فقط ڪوهه ڪن جو آهي. پراڻن هالن جو شهر سمن جي صاحبيءَ ۾ ١٤٢٢ع ڌاري ٻڌو، پر پوءِ درياه شاه جي ڏڪڻ ماڻهن کي منجهايو ۽ ڪيترن، پنهنجا اصلوڪا جڳها ڇڏي وڃي نوان ٻت وسايا. نون هالن جي شهر جو اصلوڪو نالو مرتضيٰ آباد هو. اهو نئون شهر ارڙهين صديءَ ۾ مخدوم مير محمد ٻڌايو هو، جنهنجو مقبرو اڄتائين اُتي آهي. نون هالن ۾ مخدوم نوح جي ٻه درگاه آهي. انهيءَ درگاه ۾ جيڪي لکيتون آهن، تن مان هڪ وڏيءَ لکيت مان معلوم ٿو ٿئي ته اهو مقبرو مخدوم محمد زمان جو ڄايو هو. اهو مقبرو سن ١٧٩٠ع ۾ ٺهيو ۽ اُنجي مٿان سائگري سن ۾ فتح علي خان ٽالپر قبو

ڏاڍو هو. مخدوم مير محمد جو مقبرو ۽ قديم علي خان
ٽالپر جو اڏايل آهي. انهيءَ مقبرن جي نزديڪ مسجد
آهي، جا ڪرم علي خان ٽالپر جي جوڙايل آهي. هنن
ٽالپرن جو جي خرچ ڪيا آهن، سو هنڪري جو مخدوم
نوح سنڌ جي هاڪارن درويشن مان هڪڙو آهي. حقيقت
ڪري سنڌ ۾ ٽي مرشد ليکبا آهن: هڪڙو مخدوم لعل
شهباز قلندر سيوهڻ وارو، ٻيو مخدوم نوح هالن وارو ۽ ٽيون مخدوم
بلاول باغبان تعلقي دادو وارو. هن شهر جو مخدومن جي ڪري
مان مرتبو مٿي آهي ۽ ڪاريگريءَ جي ڪمن هالن کي
هاڪارو ڪيو آهي، نه ته هتي ٻيو ڪجهه ڪونهي يعني
هتي ڪو اهڙو نزاڪت ڀريو نظارو ڪونهي، جنهن جو ذڪر
ڪجي؛ باقي درياه جي ڀر آهي، جنهنڪري وڏا وڻ واٽن
تي آهن. سڄي هالن تعلقي ۾ ڪٿي زمين ٿوري آهي؛
باقي ڍسڙ، واريا سي ۽ ڪلراٺي گهڻي آهي.

هالن جو شهر ڪاشيءَ جي سامان ۽ جنڊيءَ جي ڪم
ڪري تمام هاڪارو آهي. حقيقتون عاليشان هندورا ۽
پلنگ ۽ سهڻا گنج، جن تي ميناڪاري ٿيل هوندي آهي،
سي خانوت تعلقي هالن ۾ ٺهندا آهن؛ پر اهو سڀ هالن جو
سامان سڏبو آهي. هالن جو ڪاشيءَ جو سامان نه رڳو
ماڻهو دل ڪري وٺندا آهن؛ پر سنڌي ماڻهن ۾ اُن جو اهڙو
قدر ڪونهي، جهڙو هجڻ گهرجي.

هالن ۾ سوسيون ٻ ڄيڪ ٻ لهندا آهن. هالن جي ڄيڪن جو ذڪر هڪ ڪافي ۾ آهي، تنهنڪري اُها هت ڏجي ٿي:

ڪافي: طرز- ٻاڻ ڏاڍن سان نيڻهن نه لائجي

ملڪ جي مان وڏائڻ لاءِ - ڪپڙو ٻايو سڀ ديس جو

١- نت شت ڪي سڀ ڏيو نيڪالي - ساڏيُ هلت هلائڻ لاءِ

٢- هنر هزارين مٽل ڄياريو - هنرن زور وڌائڻ لاءِ

٣- ساڏ و هيرانند ۽ نولراءِ - ٻاٽا ٿي ڄيڪ ڇتائڻ لاءِ.

٤- ڄيڪ هالن جا ساڏن ٻاٽا - هنرن ڪي همٿائڻ لاءِ

٥- جهڙي اسان ڪي ڪونرڪري ڪو- ديس مان ٻکر مٽائڻ لاءِ

٦- سوال ٻارت جو سٽو سفد واسي - ديس سان ٻال ٻلائڻ لاءِ

ڪپڙو ٻايو سڀ ديس جو.

هالن ڏي وڃڻ لاءِ ٽنڊي آدم يا شهدادپور ٽيشن تي لهبو آهي. ٽنڊي آدم کان وڃبو ته وات تي شاهه جي پيت ايندي، جنهنجو ذڪر ڪيترن ڪتابن ۾ آهي، جو اُهو ڳوٺ سهڻي لطيف پڏايو هو، جنهنڪري هو عام طرح ٻٽائي ڳهوٽ سڏجي ٿو. شهدادپور کان هالن ڏي وڃبو ته اُڏيري لعل جو درسن سولائيءَ سان ڪري سگهبو. ڄيڪڏهين ڪنهنکي داد و ٻاسي کان هالن ڏي وڃڻو هجي ته گوٻانگه ٽيشن تي لهي بوي، جو اُتان پند رڳو چار ڪوهه آهي؛ ٻر پترڻ لانگهائو پند آهي. خشڪيءَ جي رستي هالن وڃڻ

لاءِ حيدرآباد جي ڪاري ڦرڙي وڌان مياڻي ۽ مٺيار ڏني وارو رستو وٺي وڃبو آهي. هن پاسي حيدرآباد صاحبو نواب شاهه صاحب سان اچي مليو ۽ ٻئي صاحب جڏهن هن پاسي اُڏيري لعل جي درجادربان تي بيٺا آهن.

## خدا آباد (نئين)

خدا آباد جو شهر نون هالن کان ڏيڍ ميل پنڌ تي آهي ۽ ٽنڊي آدم جي اسٽيشن کان سڌو اتر ڪوهه ڪن ٻري آهي. هي شهر ميان سرفراز خان ڪلهوڙي سنه ۱۷۷۴ع ڌاري پڏايو هو. اُنهيءَ کان اڳي ڪلهوڙن جو تختگاهه اُهو خدا آباد جو شهر هو، جو دادوءَ پاسي آهي؛ مگر ڪوسن اُنهيءَ شهر کي باهه ڏيئي ساڙي ڇڏيو، جنهنڪري ميان غلام شاهه ڪلهوڙي نيرن ڪوٽ (حيدرآباد) وسائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيستائين حيدرآباد جو قلعو ۽ ٻيون جايون جڙيون، تيستائين ڪلهوڙا ڪجهه وقت شاهپور ۾ رهيا ۽ پوءِ هي خدا آباد جو شهر اچي وسايائون، جو سنه ۱۷۸۹ع تائين سندن گاديءَ جو هنڌ هو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو حيدرآباد کي پنهنجي تختگاهه بنائڻ کان اڳهه ٻاڻ حياتيءَ جي تخت تان لهي ويو. مير فتح علي خان پوءِ حيدرآباد کي پنهنجو تختگاهه ڪيو، پر تڏهن به هي خدا آباد جو شهر چڱو وسيل هو. سنه ۱۸۱۴ع تائين هي نئون شهر اهڙو وسيل هو، جهڙو حيدرآباد جو شهر اُنهيءَ سال وسيل هو؛ مگر

تيهن ورهين کانپوءِ يعني ۱۸۴۴ع ڌاري هن خدا آباد جو اهڙو حال ٿيو، جو منجهس ڏالي کي هڪ گهر به ڪونه بچيو. ڪيترا پير مرد چوندا ته هن شهر کي درياهه ٻائي ڇڏيو، جنهن ڪري ماڻهو هتان لڏي ويا. تواريخن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو ته هي شهر فقط ڪن اڳ ڪيتري قدر ڏڪاڻ جي ۾ ويو هو.

هن وقت خدا آباد جو شهر ماڻهن جو مقام ( قبرستان ) آهي. هتي هڪ ڪوٽ ٺهيل آهي، جنهن جي اندر مير فتح علي خان جو قبو آهي، جو اندران سنگ پٿر جو آهي ۽ مٿس عمدو نقش اُڪريل آهي. قبي ۾ ٻين ميرن جون ٻه قبرون آهن، جي سڀ پٿر جون آهن ۽ مٿن قرآن شريف جون آيتون خوشخط لکيل آهن. اُنهي قبي جي صحن جي اُترندي پاسي پٿر جون چار چوڪنڊيون آهن، جن جي اتر طرف هڪ ٿاڄر ۾ ٻه تربتون آهن، جن مان هڪ تربت مائي خيرتي جي آهي، جا مير فتح علي خان جي ماءُ هئي. مائي خيرتي جي مسجد حيدرآباد ۾ ميان فقير جي پڙ ۾ آهي ۽ پاڻ هتي پنهنجي پٽ جي پيرن ۾ دفن ٿيل آهي.

خدا آباد واري ڪوٽ جي ٻاهران مسجد آهي، جنهن جي اُتر طرف جو ديوارن اندر پٿر ٻيون چوڪنڊيون آهن، جن تي اُڪر جو ڪم نهايت عمدو ٿيل آهي. هتي اُلهندي پاسي هڪ اُٺ جيڏي قبر سرن جي ٺهيل آهي! هي سنگ

مقام آهي ۽ اُتجي اُتر ڏي ڪلهوڙن جو قلعو آهي، جنهن ۾ مير بهرام ۽ مير صوبدار سان غضب ٿيو هو. مير بهرام مير شهداد جو پٽ هو ۽ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ برکر هو. ميان سرفراز خان به بهرام کي ڏاڍي عزت ڏيندو هوس، پر پوءِ هڪ حرڪتي سردار راجو ليکي، جو موري تعلقي ۾ دفن ٿيل آهي، تنهن ميان سرفراز خان کي چوريو، جنهنڪري ميان جي مير بهرام ۽ سندس پٽن ۾ بدگماني پيدا ٿي. مير بهرام کي ٻه پٽ هئا: هڪ مير بجر، ٻيو مير صوبدار. هڪڙي ڏينهن مير بهرام ميان سرفراز خان جي سلام تي ويو ته ميان، جيئس ته پنهنجي پٽ مير بجر جا حال ڏس. اجهو هي خط پڙهي ڏس ته منجهس ڇا لکيو ائس. مير بهرام وائڙو ٿي ويو ۽ عينڪ پائي اجا خط تي پڙهيائين ته ميان سرفراز خان پنهنجي ڪنهن ماڻهوءَ کي اشارو ڪيو، جنهن اُمالڪ ترارهڻي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيس! هي ويچارو خط پڙهندي خون ٿي ويو!! ميان سرفراز جي ماڻهن پوءِ مير بهرام جي پٽ مير صوبدار کي وڃي ماريو، پر هن مرڻ کان اڳ راجي ليکي جي پٽ الله بخش ۽ ٻين ٽورن کي عدم جي راهه ٻڌائي. هي هولناڪ حادثو سنه ١٧٧٤ ع ۾ ٿيو.

مير بجر کي پڻس اڳيئي چيو هو ته ميان سرفراز مان خوف سمجهجانءِ، سو ته هڪدم هليو ويو حج تي! هڪ

پير مرد مسلمان چيو ته مير ٻجر ڪاڙهو هو ۽ ڏاڍو سياڻو هو. هو سامهون ٻچا ٿڻ سانگي حج ڏي هليو ويو، پر اتي به سنڌ جي وطن کي پيو سنڀاريندو هو. مير ٻجر جي ڏاڙهي ڊگهي هئي، تنهن سان درگاهه جو در پيو چنڊيندو هو ۽ دم دم اها دعا پيو ڪندو هو ته شل سگهو سنڌ ۾ وڃي مٽيءَ ماڻيان. پير مرد چيو ته ڪنهن وقت، درگاهه مان مير ٻجر کي آواز آيو ته "ٻجر ڪاڙها، وڃي گهماءِ سنڌ ۾ گهاڙا." مير ٻجر پوءِ سنڌ ۾ آيو ۽ گهاڙن گهمائڻ کان اڳ سنڌ س سر تي تلوار گهمايائون، جا ڳالهه عالم آشڪار آهي. "ڪن جي ڳالهين مير ٻجر کي مارايو هو!" اهو پهاڪو اڃا تائين مشهور آهي. هن خدا آباد واري قبرستان ۾ مير بهرام ۽ پٽس مير صوبدار جون قبرون جدا چوڪنڊين ۾ آهن ۽ مير ٻجر جي چوڪنڊي انهن ٻنهي چوڪنڊين جي نزديڪ آهي.

## اُڏيرو لعل

ڳوٺ اُڏيرو لعل هالن تعلقي ۾ اُڏيرو لعل اسٽيشن کان ٻن ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اهو اصل جهيجن جو ڳوٺ سڏبو هو، جو جهيجا ذات جا مسلمان اتي رهندا هئا. هتي پوءِ اُڏيري لعل جو مندر ٺهيو، تنهنڪري لعل صاحب جو مٿس نالو پيو. لعل صاحب پنهنجي مندر لاءِ هي پٽ ممڻ ڏالي هڪ ميمڻ کان سنبت ١٠١٩ ڌاري ورتو هو. هن ميمڻ پهريائين پٽ جا ٽڪسا تي گهريا. جو ننڍا ته

اُڏيري لعل اُماڪ زمين ۾ نيڙو ڪوڙيو ته ميمڻ ڪي اکيچار ڏن ڏرتيءَ ۾ پوريل ڏسڻ آيو، ته ڏهين سمجهيائين ته ڪنهن ڪامل سان ڪم پيو آهي. هو پوءِ پنهنجي ڙال سان صلاح ڪرڻ ويو ته هنڪان پٽ لاءِ پئسا وٺجن يا نه.

اُڏيري لعل سان اُنوقت ٻگهرڻڪر ساڻ هو. جيسين ميمڻ جوءِ سان صلاح ڪرڻ ويو، تيسين هُن پنهنجي چيلن (لعل صاحب ۽ ٻگهرڻڪر) کي اُس گهڙي سڏايو. لعل صاحب پوءِ پنهنجي قدرت سان هڪ ڪهڙ جو وڻ پيدا ڪيو ۽ هي پئي چيلا اُنجي ڇانوَ ۾ ٿي ويٺا. ميمڻ پوءِ ڙال سوڌو آيو، ۽ هي قدرتي وڻ ڏسي هيڪاري وائڙو ٿيو. هن پوءِ لعل صاحب کي چيو ته زمين جا پئسا اسانکي ڪونه کپن، باقي ايتري مهرباني ڪريو، جو جيڪا درگاهه هتي ٺهيو، تنهن ۾ اسانکي مجاور ڪري رکجو. لعل صاحب اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ ٻگهرڻڪر، جو سندس سوٽ به هو ۽ شش به هو، تنهنکي مندر جوڙائڻ جي ٻارت ڪري پاڻ گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ گهوڙي سوڌو اُنهيءَ هنڌ سيٺي جي ڏسندي زمين ۾ غائب ٿي ويو!

جنهن هنڌ اُڏيري لعل نيڙو ڪوڙيو، تنهن هنڌان قدرتي طرح پاڻي نڪتو. ٻگهرڻڪر پوءِ اُنهيءَ هنڌ کوهه کٽايو، جنهنکي "پالديو" ڪري سڏيندا آهن. لعل جا جاتي اُنهيءَ کوهه ۾ ٻاجهرا ٽا ۽ ڏيگيوان وجهندا هئا. ڪهڙ جو وڻ،

جو لعل صاحب پنهنجي قدرت سان پيدا ڪيو، سو به اڄ تائين آهي ۽ اُنجي پير ۾ پيا به ڪيڙا ڄاوا آهن.

اُڏيري لعل جو هاڻوڪو مندر جڏهين ٺهيو ٿي، تڏهين مسلمان جوڙڻ لڳا ته اسين هتي لاڄرون جوڙائينداسون ۽ قبو اڏائينداسون، ۽ توهين جيڪڏهين مندر جوڙيندا ته پوءِ اسانکي پير پائڻ ڀرڪو نه ڏيندا؛ ڀر جنهن صورت ۾ هو شيخ طاهر هو ۽ اسانجو وڏو پير هو، تنهن صورت ۾ سندس قبو جوڙائڻ اسان تي حق آهي. هندو جوڙڻ لڳا ته هو شري امر اُڏيرو لعل صاحب هو ۽ اسانجو اوتار هو، تنهنڪري اسين مندر جوڙائينداسون ۽ اکنڊ جوت ٻاريندا سون. اهڙيءَ طرح هندن ۽ مسلمانن ڀريائين پاڻ ۾ رد بدل ڪئي؛ ڀر پوءِ جڳهي مٿ آين، جو پاڻ ۾ ٺهرايو ڪيائون ته سڄي رات جاڳي امر لعل کي ارداس ڪٿا پايون، من اهو پنهنجي درگاهه جو فيصلو پاڻ ڪري. جونٽا ته نيٺ اڌ رات جو آواز آين ته ذات تي ڏاڪ ڪانهي، هتي جيڪو ڪمائي ڪندو، شئي آهي تنهنجي. مسجد ۽ مندر هڪ ڳالهه آهي، رڳو دل ماڻ، دئيت ڪرڻ گهرجي. توهين هاڻ هيئن ڪريو، جو مسلمان قبو اڏائين ۽ هندو جوت جا آستان جوڙائين ۽ ٻئي پاڻ وانگر گڏجي مٿ محبت ۾ مندر جي خدمت ڪن. انهي فيصلي هٿان ندر هندن ۽ مسلمانن گڏجي ڪم ڪيو ۽ ڪيترا سال سلوڪ ۾

گذاريائون ۽ پرتن سالن کان منجهن اچي ناسازي پيدا ٿي آهي، جنهنڪري حيدرآباد جي ڪليڪٽر صاحب سانت قائم ڪرڻ لاءِ اُڏيري لعل جو ميلو بند ڪرائي ڇڏيو آهي ۽ هاڻ نصرپور ۾ ميلو لڳندو آهي. اڳي هتي جيٺي چنڊ جي ميلي تي تمام ڇگو واپار هلندو هو. ميلي تي اُٺ ۽ وڪامڻ ايندا هئا.

## ٽنڊو الهيار

ٽنڊي الهيار جي اسٽيشن کان شهر سڌ پنڌ ٿيندو. اسٽيشن کان اڳيرو هلبو ته ساڄي پاسي آباديءَ جا ٽڪر ۽ سرڪاري باغيچو ۽ ڏائي پاسي مقام ۽ اُنجي اڳيان سروير جو بنگلو ۽ جج جي آفيس نظر ايندا. اُهڙي رستو ڏي تار ۽ ٽپال آفيس ۽ ميونيسپال آفيس وٽان لنگهي قلعي ڏي وڃبو. اهو قلعو ڪچو آهي ۽ منجهس ڊپٽيءَ جو بنگلو، ڪارداري ۽ پوليس وارن جي رهڻ جون جايون آهن. اُتي هڪ وڏو ڪوهه آهي، جنهنجي پر ۾ هڪ قبر تي ديوءَ ارونگر نالو اڪريل آهي ۽ وفات جي تاريخ ٻارهين آگسٽ ١٨٤٣ جا ٽائيل آهي. انهي عملدار هڪ سيد کي ميرن جو دريز سمجهي گرفتار ڪيو هو ۽ ساڳي رات کيس ڪو خون ڪري ويو هو.

قلعي کان سڌو رستو بازار ڏي وڃي ٿو. بازار کي فرش بندي ۽ ڍڪيل ڇت آهي. شهر ۾ ڪٽي ۽ کهنبا تي

گهٽا آهن. هٿي ڏاج، ريشم ۽ ڄر جو ڪم گهڻو ملي ٿو.

هن شهر ۾ ٿورا آڳاٽا مندر آهن، جن مان هڪ آهي رامديو جو مندر. مارواڙ جي پوڪرن شهر ۾ راجا اجمل ٿي گذريو آهي، تنهن جو پٽ رامديو هو، جنهن جي پوڄا هتي گهڻو ٿئي ٿي. مندر ۾ سنگمرمر جون هڪجهڙيون ٻه مورتون آهن، تن ۾ ڏسو ته رامديو گهوڙي تي چڙهيل آهي، چوبدار اڳيان بيٺو اٿس ۽ پيرن وٽ دئت پيو اٿس، جنهن کي ٻرڇي سان ماريو اٿس. هن قسم جي ساڳي شڪل کانڊيرا جي آهي، جنهن جي پوڄا پونا جي نزديڪ ڄيجوري جي مندر ۾ ٿئي ٿي. رامديو جو ميلو هر سال ٻڌي ۾ لڳندو آهي ۽ سنڌ ۽ مارواڙ مان اٽڪل چار هزار آدم اچي اُتي ڪٺو ٿيندو آهي. ميلي ۾ رنگيل ڪپڙا ۽ ٻيون گهٽيون شيون کپنديون آهن.

اسانجن پائرن ڏائڻ ۽ ٻوٽا رڳو پيدا هوندا، پر هتي اصل ٻوٽن جو تڪاٽو آهي. اندروچ ته اوندهه ئي اوندهه، رڳو ٿورا پٿر رکيا آهن ۽ هر هڪ تي هڪ اکر نڪتل آهي. اُهن پٿرن تي تيل ۽ سندر هاريل آهي ۽ واس ڏوپ ۾ رکيل آهن. جون ٽاڻه ڪي عامل ۽ پائيندا هتان سگڙا وٺائي ايندا آهن! ارمان! ارمان!!

ٿنڊي الهيار ۾ هڪ ڪالي جو مندر به آهي. مندر ۾ ڏسو ته ڪالي ڀوانيءَ کي ڳچيءَ ۾ رنڊ مالها پهريل مردن

جي ڪوٽن جي ڪنڌي ڀر آهي. ديوي جهڙا ٻڪري آهي يعني چار ٻاجهون يا ٻانهون اٿس؛ هڪ هٿ ۾ ڪنول، ٻئي هٿ ۾ هڪ ڏئت جي سسي، ٽئين هٿ ۾ رت جو پيالو ۽ چوٿين هٿ ۾ ترسول اٿس. هتي حيدرآباد جا واڻيان جمعو جوڙس تي جهن پوتن جو جوڳ ڪندا آهن ۽ ٻانهون چاڙهيندا آهن!!! مندر ۾ هنومان جي مورتي به آهي؛ انهي مندر کي سڏين خاڪچوڪ! هن مندر جي نالي کان سنياسين جا نالا ڏاڍا عجيب آهن: هڪڙا سنياسي سڏجن سيتا پادري ۽ ٻيا لال پادري! انهن سنياسين جي غفا خاڪچوڪ مندر جي ٻاهران ڳاهوڙي واهه جي ڪپ تي آهي. اها غفا اندر وڏي آهي ۽ منجهس مندر آهن.

ٽنڊي الهيار جي شهر توڙي سنجهي تعلقي ۾ آبادي اڪثر چرخي ٽڪي تي، موڪي ڪانڊ ٽڪي. اتي جا زميندار پاڻي جي شڪست جي گهڻي شڪايت ڪندا آهن. پاڻي جي شڪست ڪري زمين جو اگهه اتي گهٽ آهي. هتي جا منڊا اڻا هاڪارا آهن. هڪ هڪ منڊائي جي توڙ ڏهه پندرهن سير ڪڻڪ اڏ مڻ ته ٽڪي ٿي. رڳو سرڻ جا تومر ڪين آهن، پر ڪانڊ ۾ به ٿيا آهن.

ٽنڊي الهيار جو شهر فتح علي خان، ٽالپر جي پٽ مير الهيار سنه ١٧٩٠ع ۾ ٻڌايو هو. ٽالپرن ۽ ميرن جي

صاحبيءَ ۾ هي شهر وا پار ۾ زور هو. حيدرآباد ۽ عمرڪوٽ ڏانهن وڃڻ لاءِ هتان شاهي سڙڪ آهي. حيدرآباد کان نئين ڏيپلائي وارو رستو ولي تندي جام ۽ ڪيساني کان متي اچبو آهي. شهر ۾ آدم اٽڪل چار هزار رهي ٿو. تندي الهيار پاسي پڪيرن جو ڳوٺ پڪوارئي ڏسڻ جهڙو آهي. اُتي پڪيرائي سيدن جا آڳاٽا قبا آهن، جن مان پير فضل شاه ۽ شيخ پاني پوتي جا قبا تمام جهونا آهن. اهو ڳوٺ قايم شاه قريشيءَ پڏايو هو، جنهنکي اڄ سادا ست سؤ کن ورهيه ٿيندا.

نـصـرپـور

سنڌ ۾ هن وقت جيڪي آڳاٽا شهر آهن، تن مان هڪ نصرپور جو شهر آهي. هي شهر ڪيتري قدر ڪهنو آهي، تنهن ڳالهه جي پروڙ هن مان پئجي سگهي ٿي تہ جڏهين داوراءِ جي نگرتيءَ ناس ٿيڻ بابت ڪنهن ڪامل اڳڪٿي ڪئي هئي، تڏهين ڪيترا ماڻهو لڏي نصرپور ڏي آيا هئا ۽ پڪين سرن جون جايون جوڙي متي اچي رهيا هئا، جن جا نشان اڃا ئين اُتي آهن.

نصرپور جي شهر تي نصير مهاڻي جو نالو پيل آهي ۽ اهو شهر ٩٨٩ ع جو پڏل چوڻ ۾ اچي ٿو. اڳي درياه شاه هتان وهندو هو ۽ حيدرآباد مان گنجي ٽڪر وٽان لنگهندو هو.

نصرپور جو شهر اُهو پوتر آستان آهي، جنهنجي سوڪي
آمر اُڏيري لعل صاحب سمبت ۱۰۰۷ ۾ رتمراه جي گهر
جنم ورتو هو. لعل صاحب بارهن ورهين جي ڄمار ۾
پنهنجي گهوڙي سوڌو اُڏيري لعل جي مندر وٽ انترڌيان
ٿيو هو، تنهنڪري جيٽي چنڊ جو ميلو اوڏانهين لڳندو
هو؛ مگر هندن ۽ مسلمانن جي ناسازئي سبب گذريل ٽن
سالن کان ميلو هتي لڳندو آهي. نصرپور ۾ محمد شاه
جو به ميلو لڳندو آهي. اُنهيءَ درويش جي درگاهه کي
جڙئي به سؤ کن سال ٿيا آهن.

نصرپور ۾ کيرپڙا سٺا ٺهندا آهن. هتي سوسيون،
اڳٽ ۽ بلبل چشم کيس بلڪل عمدا اُڃندا آهن.

لاڙ

لاڙ لفظ جي معنيٰ آهي لڙيل پاسو. سنڌ جي اُلهندي
پاسي رکيو جبل ئي جبل آهن، باقي اُپرندو پاسو لڙيل پاسو آهي
۽ اوڏانهين پاڻي جهڪيو آهي. سارين ۽ ڪمند جي
پوک کي جهڪيو پاڻي گهرجي ۽ هن پاسي پاڻي گهڻو آهي،
تنهنڪري حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ واري لاڙ ۾ ڪمند
۽ سارين جي پوک گهڻي ٿئي ٿي. ٺٽي ۽ محمد خان جون
پيوڙن ماڪا ريون آهن.

اِهو سياڪوٽ آهي ته جتي پاڻي گهڻو، اُتي مڇر گهڻو؛

---

بلبل‌چشم = Resembling the eye of a nightinglae.

۽ جتي مڇر گهڻو، اُتي سروي تپ زور. ميڏانهن لاڙ ڏسو، هوڏانهن لاڙڪاڻو، قنبر ۽ ميهڙ ڏسو ۽ هوڏانهن ٻوري ناري جو طرف ڏسو. انهن طرفن مان جيڏانهن به وڃ، تيڏانهن مڇرن ۽ سروي تپ جي داڻن پيئي پوي. "لاڙ ساڙ" اهو پهاڪو مشهور آهي. لاڙ بابت هڪ وڏي ڪافي آهي، جنهن جون ٽوريون ٽڪرون هتي ڏجن ٿيون:

ڪافي

لاڙ آهي ساڙ تنهنجو ڪهڙو ڪريان وستار
پاڻيءَ ۾ آهن پونئرا ڏاڍا، جو پيئي سو بيمار
بدبو آهه بڇڙو رکي رب ستار
پِٽَرِ ٽٽر جو ڦهڪو ڏاڍو، هيانجي جو آزار
تدبو باگو بڇڙو آهه بديني جو بار
ڪن کي سور لڳن ۾، ڪن جو ڪڙهي ڪاڀار.

ڪراچي ۽ حيدرآباد ضلعن جو لاڙ هڪ پٽي سان ايتري قدر ڳنڍيو پيو آهي، جو شاهه بندر ڪان وٺي بدين تائين اُٺ تي چڙهي وڃي سگهجي ٿو.

گوني جو سڄو تعلقو به لاڙ ۾ آهي، مگر ٽنڊو محمد خان، جنهن گوني جو مختيارڪار رهي ٿو، تنهنجي آب هوا سٺي آهي. گوني تعلقي ۾ ٽنڊي غلام حيدر جي ويجهو فتح باغ ۽ جوڻ نالي ٻه شهر هئا، جي بلڪل

ماڪار امڙيا مگر ميان عبدالنبي ڪلهوڙي ٻين شهرن
تي مَدَدُ آندو. سنہ ١٧٨٠-١٧٨١ع ۾ ميان عبدالنبيءَ
تيمور شاه دورانيءَ کي دانهن ڏني ته ٽالپر مونکي راڄ
کسي ويا آهن، تنهن ڪري مونکي لشڪر جي مدد ڏيو ۽
لشڪر جو خرچ آءٌ ڀريندس. تيمور شاه يڪدم مددخان
پٺاڻ کي حڪم ڏنو، جو لشڪر وٺي سنڌ ۾ آيو. عبدالنبي
جوڻي ته منهنجو خزانو حيدرآباد جي قلعي ۾ پوريل آهي،
سو جڏهين فتح ٿيندي، تڏهين هٿ ايندو، تيستائين لشڪر
ڀلي ته سنڌ کي ڦري لٽي پورائي ڪري! مددخان جي
لشڪر پوءِ جهڙي باهه ٻاري ڏني. هي فتح باغ ۽ جوڻ
جا شهر ٽوڙي پٽين، جو ڏانهن جاتيءَ پاسي رڙهي ۽ پيا
شهر مددخان ڦري لٽي ماڻهن جا خانا خراب ڪري ڇڏيا.
انهن ڦهرجي ڪمن ڪري مددخان جو نالو اڄتائين
ايتري قدر چنگ چڙهيل آهي، جو اڄ جيڪڏهين ڪو
چوندو ته "ڪهڙو مدد پيس" ته اتي "مدد" معنيٰ
آفت يا مصيبت سمجهي. مددخان جي لشڪر سڄي
سنڌ ۾ ٽرٽلو وجهي ڏنو ۽ لاڙ پاسي ٽر رکو ڦرلٽ ڪيائون،
پر ڪيترن شهرن کي باهيون ٻر ڏنائون. فتح باغ ۽
جوڻ جا مشهور شهر انهن باهين ۾ ڀسم ٿي ويا مگر سنڌ ن
نالو اڄتائين مشهور آهي. سنڌي ۾ چوڻي آهي ته:-
"نرنگر، نار نصرپور، نرت نورائي، ڦر فتح باغ، ملي ڏسو

جوڻ جتي ڪڇ جو واڍار" يعني مڙس ته نڪو لڳي جا (خبر نه آهي ته منجهان ڪهڙي خوبي ڏٺي هئائون)، زالون، سهڻيون ته نصرپور جون، ٿوت (سهڻيون اکيون) ته نورائي جي ماڻهن جون، ڦل ڦول (ميوو) ته فتح باغ جو، ۽ ڪڇ جو واڍار جيڪڏهين ڪنهنکي ڏلي ۾ ڏلو ڏسڻو هجي ته هلي جوڻ جي شهر ۾ ڏسي.

جوڻ جو شهر سنڌ وندڙ جي ڪپ تي هڪ وڏو بندر هو، مگر پوءِ درياه اُتان رخ ڦيري ويو ۽ هاڻ جوڻ جي قتل شهر کان ٻارهن ڪوهه کن ٻريان وهي ٿو. هي اهو شهر آهي، جنهن ۾ همايون بادشاهه ڪنهن وقت منزل ڪئي هئي، جو سامان سري ملڻ جو عمرڪوٽ کان ۾ هتي وڏيڪ سهنج هوس. اڪبر بادشاهه جو هاڪارو وزير بيربل جون ڏاته فتح باغ جو ويڙل هو.

ٽنڊي محمد خان جي ٻريان درياه جي طرف ٻُڌڪا ٽڪر" آهن، جن جو ڪجهه ڀاڱو درياه جي ٻريءَ ۾ جهڙڪن جي پاسي ۾ آهي. انهن ٽڪرن جي ناٺي منجهان ئي ظاهر آهي ته اڳي اهي ٽڪر ٻڌ ڌرم وارن وسايا هئا. جهڙڪن جي ذڪر ڪندي چاڙهيو ويو آهي ته ديهه شيخاڻي ۾ اچتائين ڪوٽ مائي جي راءِ جو پڙو (ڊٺل قلعي جو نشان) آهي.

ڦليلي جي ذڪر ڪندي لاڙ جو تورو احوال اڳيئي

ڏنو ويو آهي، راڻي مان پاسي جي کان مٿي ڳوٺن ۽ شهرن
جو احوال ڏار ڏيو. هتي رڳو گهر ڏٺين جو ٿورو ذڪر
ڪجي ٿو، جو لاڙ ۾ ڪئا بيشمار آهن. لاڙ پاسي ڪٺو
ٻنيءَ جو ڏاڍو زيان ڪندو آهي، تنهنڪري زميندار
سال بسال هزارين ڪئا مارائيندا آهن. ڪٺو جيترو ان
ڪائي ٿو، تنهنکان ڏهوڻو ويهوڻو زيان ڪري ٿو. هاري
جون ته ساري ڏيڏي ۾ ئي ڪين اچي ته ڪٺو اُنجو ڳپ
ڪايو وڃي! ڪئا مارڻ نڪرن ته تنگن جو سماءُ ڪندا
وڃن. ڪٺي جو ڪيل تنگ جهت سڃاڻي ڪوڏر
سان ٿورو ئي کوٽين ته ڪٺو نڪريو اچي، ۽ پوءِ ڪوڏر يا
ڪاٺي سان پورو ڪري ڇڏيو ڪپيو وٺس. ڪٺو جي
ڪنهن موڙ ڀاڄي ۾ ٻاجهي وڃي ته اُتي ۾ ڪين ڇڏيندس،
ساڳي ٻني جل مٿي تي ويندي آهي ته پوءِ ڪٺو ٻر ۾
رهي ڪين سگهندو آهي؛ پوءِ وٽن تي يا ٻنين تي يا
سارين جي ڪانن جي موڙن ڀاهي تنهن تي ٿڪي جڙي
وڃي ويهندو آهي؛ اُتان جوگرد ترندو ويندو آهي گام
ڪٽريندو؛ ڪيرائيندو! ڪٺي کي هاري ٽاري ڏاڍ
تي ويهل ڏسن ته تير مٿي مارينداس، جي ٻنبن تي ته اڪلو
ڪرائيندس اٿ؛ جي سارين تي ته ڀاڄي ۾ گهڙي وڃي
ٻڪڙيندس. ڀاڄي ۾ جتي سارين جي ڪاني کي لڏندو
ڏسن، اُتي سمجهن ته ڪٺو ٻڪ آهي؛ پوءِ اڪل سان

پڇڻ کان جهلي ڦيرائي هلندس کوڏريا کائي ٿي تہ جوبو وڃي. ڪڻن جا شڪار ڪندڙ ڪڻا کائيندا بہ آهن!

زمين تي جيڪي آفتون پون ٿيون، جهڙوڪ سوڪ، پوڏ، مڪڙ ۽ پيون، تن مان ڪڻو بہ هڪ وڏي آفت آهي. زيان تمام گهڻو ڪري، پر اُنهي عيوض زميندار کي هي فائدو ڏئي ٿو، جو زمين کي ولي نرم ڪندو آهي. مطلب تہ سيڪڻهن ۾ ڪونہ ڪو گڻ آهيئي آهي.

## بلڙي شريف

ٽنڊي محمد خان طرف جيڪي ڏسڻ جهڙا هنڌ آهن، تن مان هڪ ڀاڪارو مڪان بلڙيءَ جو ڳوٺ آهي، جو ٽنڊي محمد خان کان ٻارهن ڪوهہ پري آهي ۽ اُتان جهوڪ شريف ۽ ميرپور بٺورو سڏاوا آهن.

ٺٽي پاسي جيڪا مڪليءَ جي ٽڪري آهي، سا مائي مڪلي ۽ هيءَ بلڙي ٻنهي پاڻ ۾ ڀينرون جوڻهہ اچن ٿيون. هنن جا ست پائر هئا، جي ماموئي فقير سڏجن ٿا. ماموئي فقيرن جون اڳڪٿيون سنڌ ۾ مشهور آهن، جن مان هڪ هيءَ آهي تہ "جڏهين ڪڏهين سنڌڙي، توکي قنڌارن جو ڪو."

مائي بلڙي ۽ سنڌس پائرن جي ڳالهہ هن طرح آهي:-

گوگهو نالي هڪ شخص ذات جو جهاڻ هوندو هو. هو نانگ منڊيندو هو ۽ اڄ بہ جهڪي جوڳي نانگ کڻي

گھمندا آھن، سي ھنن کي پنھنجو مرشد ڪري ليکيندا آھن.
وڏي عجب ۽ ارمان جي ڳالھ اھا آھي تہ اسان جا سنڌي
پائر ھر سال سانوڻ واري مھني ۾ گوگھو ملھائيندا آھن!
"عقل جي مار، خبر نہ ڪا چار." انھي گوگھي کي اھو ڊر
مليل ھو تہ جيڪڏھين ڪنھنکي نانگ ڪکيندو ھو ۽ ھي
رڳو نانگ ڏي گھور ڪري نھاريندو ھو يا چڪ واري
ھنڌ کي رڳو چتائي ڏسندو ھو تہ اڳلي جو سور لھي ويندو
ھو! ھڪ لڳا ڪابلا ڪنھن دروازي جي طاق تي ويٺي
ھئي ۽ گوگھي کي ڪنڌ وٽ ڏنگي لاھي ويئي.
گوگھو نہ بلا ڏسي سگھيو ۽ نہ چڪ وارو ھنڌ ڏسي
سگھيو، تنھنڪري اجي مرڻيڻگ ٿيو. مرڻ کان
اڳ ھن پنھنجن پٽن کي چيو تہ آءٌ جڏھين دم ڏيان،
تڏھين مونکي دفن نہ ڪجو، پر منھنجو گوشت رڌي کائجو
تہ اوھانکي شعب جي سڌ پوندي. گوگھي پوءِ ساھ ڇڏيو
تہ پٽن سندس گوشت رڌو ۽ پر جڏھين کائڻ ويٺا،
تڏھين غيرت آين، جي پٽ ٿي پيءُ جو گوشت کائون، سا
ڳالھ واجب نہ آھي. ھنن پوءِ اھو ديڳڙو ڪنھن درياھ ۾
پرواھ ڪيو. ڪنھن وقت سنت مھاڳا سربوال پنھنجن ان
پيغمبرن مائي مڪلي ۽ مائي ھلڙيءَ سان گڏ سيري ڪان
ڪاليوان، ڏرئي ھٽي آيا. ھنن اھو ديڳڙو درياھ ۾
ترڪندو ڏسي وجي ڪيو ۽ منجھس گوشت پيل ڏسي

ڪاڏائون ته يڪدم غيب جي خبر ٻين ۽ اڳڪٿيون ڪرڻ لڳا. مائي مڪان ۽ مائي ٻاڙيءَ به اُنهي گوشت مان ذرو ڪاڏو ته هنجا ٻه ڪپاٽ کلي پيا. مائي ٻاڙيءَ جي دل پوءِ دنيا کان ڦري ۽ هوءَ ڪنهن ڪامل مرشد جي ڳولا ۾ نڪتي. اُنهن ڏينهن ۾ شاهه لطيف جي تڙ ڏاڏي شاهه ڪريم جي سنڌ ۾ ڏاڏي هاڪ هئي. مائي ٻلڙي هن وٽ ويئي ۽ پرچا اچي ڏسي ته شاهه ڪريم هڪ غريب سادي سڀاءَ جو ماڻهو آهي، بت تي پورو ڪپڙو ڪونهيس ۽ هارين ناڙين وانگر پنهنجي ۾ پيو ڪم ڪري. مائي ٻاڙيءَ هنجي آزمائش وٺڻ لاءِ هنکي دعوت ڏني. شاهه ڪريم دعوت قبول ڪري وٽس ويو ته مائي ٻلڙيءَ ڪوسيءَ رب جو ڪنو پيئڻ لاءِ ڏنس. شاهه ڪريم وٺو رب کي ڦوڪون ڏيئي ٺارڻ. مائي ٻاڙيءَ جيس ته ائين جي رب پيئندين ته منهنجو سڄ لهندين، سو ڇا ڪيئين جو اُنهيءَ ڪوسيءَ رب جو ڪنو شاهه ڪريم جي اُگهاڙيءَ پٺيءَ تي ڪٽي هاريائين! شاهه ڪريم پٺيءَ ڏان آڱريون پري ڇنڊڻ لڳو ۽ چيائينس ته "مائي، هاڻ پيٽ واهه جو ٺريو آهي!! شاهه ڪريم جو هيڏو صبر ڏسي مائي ٻاڙي اُماڪ وڃي سندس پيرن تي ڪري ۽ سندس در جي گولي ٿي گذارڻ لڳي.

هڪ ڏينهن شاهه ڪريم ڪنهن ڪم سانگي ڪيڏانهن

ٻاهر ويو. جڏهين اُتان موٽيو ٿي، تڏهين ڇا ڏسي ته هڪ درويش ڪنهن وڻ هيٺان ويٺو آهي ۽ هڪ ڪتورو روڳ سان ڀريل جهنجهر ڪينئان پيا سرن، تنهن مان ڏک ويٺو پري! شاهه ڪريم عجب ۾ پئجي هن ڏانهن نهاريو ته هن درويش پنهنجي ڪتوري مان ذرو ڪيڏي ڏنس ۽ چيائينس ته هي کاءُ. شاهه ڪريم کي درويش جو جوٺ موٽائڻ ۾ ڪين ٿيو ۽ سا کڻي وقت روڳ ۽ ڪينئان کائڻ ۾ مشڪل لڳس، تنهنڪري اُهو عجيب پرساد جيڪو مليس، سو ڪٽي ڪپڙي جي ڪنڊ ۾ ٻڌائين. جڏهين شاهه ڪريم گهر آيو، تڏهين مائي کي چيائين ته هي روڳ هاڻو ڪپڙو ڌوئي اچ. مائي ٻاڙيءَ ڪپڙي پنيان ڪيتري محنت ڪئي، پر روڳ جو ڇٽو ڪين لٿو. هن ٻوءِ اُهو ڇٽي وارو ٽڪر صاف ڪرڻ جي ارادي سان وات ۾ وجهي ٽورو چوسيو ته هن جا ڪپاٽ کلي پيا ۽ غيب جي سڌ پيس! هوءَ ٻوءِ شاهه ڪريم وٽ آئي ته شاهه صاحب پريان، ٿي هنجي منهن ۾ مٺيا ڏسي پڇيس ته تو هيءَ ڪٿان پاتي؟ ته ٻاڙيءَ همت ٻڌي چيس ته توهان درويشن جي دعا سان مون ڇتي چوسيندي پاتي. اتي شاهه صاحب کي ارمان ٿيو، جي مون ناحق ته اهو پرساد ڪاڍو؛ اهو شايد ڪرامت جو ڪٽڪو هو، جو مون روڳ ۽ ڪينئان سمجهي ڪين کاڌو. شاهه ڪريم ٻوءِ ٻاڙيءَ

کي جيو تہ تون جڏهين اعليٰ درجي کي اچي پهتي آهين، تڏهين منهنجي نالي سان گڏ تنهنجو نالو بہ قايم رهندو، سو هنطرح جو "نالو تنهنجو، ميلو منهنجو". اڄ نالو بلڙيءَ جو ۽ ميلو شاهہ ڪريم جو ٻئي مشهور آهن.

بلڙي شريف جي زيارت لاءِ آءُ ١٩١١ع ۾ ويو هوس. اُنوقت ڪريمي سجادي تي پير صاحبڏنو شاهہ هو، جو يا رويس هو ۽ ڪيترن حيدرآبادي عامان سان ايتري قدر رستو هوس، جو ڪراچيءَ توڙي حيدرآباد ۾ وٽن گهڻو ايندو هو. شاهہ ڪريم جي درگاهہ جي مونکي زيارت ڪرايائين ۽ دروازن تي جي چانديءَ جا پٽ هڻايا هئائين، توڙي پيو جيڪو درگاهہ تي ڪم ڪرايو هئائين، سو ڏيکاريائين. پير صاحبڏنو شاهہ ٿورن سالن کان گذاري ويو آهي، مگر سندس عمدو شعر اڃا ئين گهڻن جي وات ۾ آهي. سوڪڙيءَ طور هڪ ڪتاب "بيان العارفين" ڏنائين، جو آڳاتي نموني جي شعر ۾ آهي ۽ اُنہ شاهہ ڪريم جو ڪيترو ذڪر آهي. ڪريمي رسالو سنڌيءَ ۾ مرزا قليچ بيگ جو ڇپايل آهي. شاهہ ڪريم جا ڪيترا بيت شاهہ جي رسالي ۾ بہ آهن. شاهہ ڪريم جي وصال جي تاريخ هجري سنہ ١٠٣٢ مطابق سنہ ١٦٢٢ع آهي. هتي هر سال ميلو لڳندو آهي، جنهنہ اٽڪل ڏهہ هزار آدم اچي ڪٺو ٿيندو آهي ۽ اٽڪل پنجويهہ هزارين جو واپار اُنهن

ميلي وارن ڏينهن ۾ ملندو آهي.

بلڙيءَ جي نزديڪ شاهه عنايت الله صاحب صوفيءَ جي درگاهه جهوڪ شريف ۾ آهي. هن صوفين جي سردار تي شاهه ڪريم جي بوبن عڪس وجان داڻهن ڪٽي هئي ته هي شريعت جي برخلاف ملت ڪري ٿو ۽ اُنهن جي جور تي هي هاڪارو صوفي شهيد ٿيو هو.

بلڙيءَ جي ويجهو سيد ابراهيم مشهور آهي. هنکي عام طرح پير پرڏيهي سڏيندا آهن. چونڊا ته سندس قبر جي آسپاس امڙا وڻ هوندا هئا، جنکي اتفاق سان ڪنهن جو هٿ لڳندو هو ته اُهو اُمالڪ مري ويندو هو. اُنهيءَ حالت بند ڪرائڻ لاءِ شاهه ڪريم سندس قبر تي آيو ۽ اچي چيائين ته ”جيئرا ماڻهو نفس ماريندا آهن، مگر تون مئل تي جيئرا جو ٿو مارين؟“ چونڊا ته اُنهيءَ وقت کانوئي هن بزرگ جي جلالت بند ٿي ويئي.

## ٽنڊو باگو

ٽنڊي باگي جو شهر باگي خان ٽالپر بڌايو هو، جنهن کي اڄ بوڙا ۾ سوکن ورهيه ٿيا آهن. مير باگي کي اهو ملڪ ڪمڻ مليو، تنهن بابت هڪ مزيدار ڳالهه آهي: هڪ لڱا باگو خان حيدرآباد ۾ مير نصير خان جي سلام تي ويو ته ڪچهريءَ جي باهرئين دروازي کان ڪيڏرا قدم پري جدي لاهي ڀوءِ مٿي ماٿا ڀر آڻي ڳلمن ۽ ڏاڙهين اي

وڌائين، جهڙڪري اجها اهن جو لهي آهي ته "جت ملوڪ، گام جو زيان،" يا هيئن به چوندا آهن ته "جت جو تواضع، گام جو زيان."

مير باگي هنطرح گام خراب ڪيا ته مير نصيرخان انهيءَ ڏان ڪجهه ڪونه چيس؛ پر هڪڙي ڏينهن جا ساڄ هڙا سي اُنوقت ظاهر ڪري، مير باگي کي چيائين ته "ها گاجان، تسان به مير ٻي سڏائيندي هو؟" يعني تون به ٻاڙ کي مير ٻيو سڏائين؟ مير باگي ڏهه ٻهه وراڻي ڏنيس ته "سائين، هو ويٺين آسان مير!!" يعني آهيون ئي اسين مير! هي جواب ٻڌي مير نصيرخان کي ٺيڪاري ٺنيان لڳي؛ ڏمرجي لاچيائينس ته "تڏان آسان ڪون هڻ؟" يعني جيڪڏهين مير رڳو تون آهين ته پوءِ اسين تڏهين ڪير آهيون؟ مير باگي چيس ته "تسان ظل الله (ٻاڇو خدا جو). هن جواب تي مير نصيرخان ڏاڍو خوش ٿيو؛ يڪدم ٺهڻاچي ڪنهن ماڻهوءَ کي حڪم ڏنائين ته مير باگي کي هڪدم جاگير جو پروانو لکي ڏيو. مير جي ماڻهن هيڏا نهن هوڏا نهن نهاريو؛ پر آهو ٻيو ڪونه لڌو، جو پروانو لکڻ لاءِ ڪم اچي. تنهن تي مير نصيرخان فرمايو ته "دلي دا ڪر چاهر ڏيوين ته هڻ مير باگي ڪون لکہ ڏيوان" يعني ڍڳل دلي جو ٽڪر ڪٽي ڏيوم ته انهيءَ تي مير باگي کي جاگير جو پروانو لکي ڏيان!

بس، پوءِ ته لڪر ڪٽي آيا، تنهن تي مير ٻاگي کي پروانو لکي مليو ۽ لونگي ۽ پنج سنڌي پر انعام مليس! اِ جهو اهڙيطرح مير ٻاگي کي اهو ٻاسو مليو ۽ هن پوءِ اهو شهر ٻڌايو، جو اڄڪلهه سنڌس نالي پٺيان مشهور آهي.

ٽنڊي ٻاگي جو شهر تلهار کان ڇهن ڪوهن جي فاصلي تي آهي. منجهس اٽڪل اڍائي هزار آدم رهي ٿو، جن مان ڪي ٻاگاڻي گهراڻي جا ٽالپر آهن. شهر جي بازار جي ڇت ڍڪيل آهي، پر اُڏ جيتري چڱي ٺهيل آهي. هي لاڙ جو پاسو آهي، ۽ آب هوا سٺي ڪانهي، جنهن بابت اڳيئي اشارو ڪيو ويو آهي.

ٽنڊي ٻاگي پر ساڃن سوائي جو ميلو لڳندو آهي. سنڌس پوٽو سيد پني لڏو هو، جو سچو پچو خدا کان ڪو پني اڏو هٿائين؛ جو هن جهڙو خدا ترس ڪو ڄڃو ٿيو هوندو. سيد پني لڏي پنهنجي حياتي پر ڪڏهين ڪنهن جيوَ کي نه ڏکويو، جو نعيدي هوندي" کان اهڙا جو هتو اختيار ڪيل هوس. ماڻهو ته ڇڏيو، پر جانورن ۽ پکين کي به پيار ڏيکاريندو هو ۽ هو وٽس ائين ايندا هئا، جڻ پاڻ مائٽ وٽ وڃن. ڪانءَ، ڪبوتر، ڳيرا، جهرڪيون، بلبلون ۽ ٻيا پکي، ڪو ڪلهي تي، ڪو مٿي تي ۽ ڪو هٿ تي اچي چڙهي ويهي، سا ڪهڙي نه عجيب ۽ وڻندڙ ڳالهه آهي! پکي ته ٺهيا، پر گدڙ بگهڙ ۽

جهنگلي مردن ۾ ونس ايندا هئا، جتين ٻيروت مريد ايندا آهن !! ٻيڙيءَ لڏي بابت چوندا ته هڪ لڱا درياهه جو ڪپ ونيو هئي ويو ته ڪي ڏيڍر ڪيس ايندو ڏسي اُمالڪ ٻاٽيءَ ۾ لڪي پيا. ڏيڍر ته هميشه ائين ڪندا آهن، جو ڪو ماڻهو ايندو ڏسن يا ڪو کڙڪو ٻڌن ته ڊڄي وڃي ٻاٽيءَ ۾ لڪن. ڏيڍر پنهنجي جان بچائڻ سانگي ٻاٽيءَ ۾ گهڙي ويا، پر هن بزرگ کي انهيءَ ڳالهه تان ڏک ٿي پيو! جي ڏيڍرن مون ۾ ڪا ته خرابي ڏٺي آهي، نه ته ڊيڪر جو تهن ۾ ڀڄن ها! هن الله لوڪ کي انهيءَ ڳالهه جو ايترو ته ارمان ٿيو، جو اُتيئي ويهي رهيو ۽ زار زار روئي چوڻ لڳو ته آءٌ اهڙو بڇڙو ۽ بدڪار آهيان، جو منهنجا ڏوهه ڏسي ڏيڍر به ڏڪي ويا !!! هن پوءِ سڄو ڏينهن اُتي ويهي آهن ۽ دانهن ڪندي رات وهائي. ڏيڍرن ڏٺو ته هي بت ٿيو ويٺو آهي ۽ ڪجهه ڪري ڪين ٿو، سو هنن جو ڀوڳو ۽ هو بي ڊپا ٿي سندس ويجهو آيا. ڏيڍرن کي ٻاٽوت آيل ڏسي هو گدگد ٿيو، جي هاڻ الله سائينءَ منهنجون مدايون معاف ڪيون آهن، جو هاڻ ڏيڍر نٿا ڏڪن !

هن بزرگ جي ٻي به ڳالهه ڪندا آهن. چوندا ته پنهنجي ڏاڏي ساڄن سوائيءَ جي تربت جي زيارت ڪرڻ ويندو هو ته سڄو ڏينهن پنڌ ۾ لڳي ويندو هوس،

نه ته پنهنجي رڳو پنهنجي رهڻ مڪان جو آهي. هن جو سبب هي آهي ته هو واٽ تي جيڪي پٿر، ڪکا وغيره ڏسندو هو، سي چونڊي پاسيرا ڪندو ويندو هو، جيئن ڪنهن به مخلوق کي متان ڪو ايذاءُ پهچي. انهيءَ اعليٰ درجي جي خيال وچان هو سڄو رستو صاف ڪندو ويندو هو ۽ زبان سان "سبحان الله، سبحان الله" اچاريندو ويندو هو؛ تنهنڪري سڄو ڏينهن ڳري ويندو هوس! عابد ته ههڙا! عجب آهي جو ههڙي درويش جو ميلو نٿا هٽائين.

ٽنڊي باگي کان ٽنڊي محمد خان، بدين ۽ ننڍي شهر ڏانهن خشڪيءَ وچڙ جا رستا آهن. هن پاسي حيدرآباد ضلعو ٿرپارڪر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي سان اچي ٿو لڳي. هتان ڳوٺ ڪلوئي تعلقو ڏيپلو ويجهو آهي.

## بدين

بدين جي شهر کي اصل سانولپور سڏيندا هئا، جو اُهو شهر سانولو نالي هڪ هندوءَ سنه ١٧٥٠ع ڌاري ٻڌايو هو. اٽڪل ٽيهن سالن کانپوءِ يعني ١٧٨٠ - ١٧٨١ع ڌاري ميان عبدالنبي ڪلهوڙي مدد خان پٺاڻ کي سنڌ ۾ آندو، هن بدين ۽ ٻين شهرن ۾ ڦرلٽ ڪرائي انهنکي باهيون ڏياريون. بدين جو شهر به انهن باهين ۾ ڀسم ٿي ويو، مگر اُتي جا ٿورا نشان اڃا تائين ظاهر آهن. بدين ۾ جيڪا ڦرلٽ

مدد خان ڪرائي، تنهن بابت تواريخ نويس چونٿا ته بدين ۾ اهڙو ظلم مچايائون، جو ماڻهن جي گهرن ۾ تڏو به ڪين ڇڏيائون!

بدين جو شهر قاضيا واهه ۽ گهاري ماندر جي وچ ۾ آهي. شهر ۾ ڪلر گهڻو آهي. پهدمي ۽ سيرائيءَ طرف لوڻ جون کاڻيون آهن، جن مان اڳي لوڻ ڪيدي وڪڻندا هئا ۽ اڄ به جي لوڻ ڪڍجي ته لکها مڙ نڪرن.

بدين ۾ قادري طريقي وارا پير آهن، جي شيخ عبدالقادر جيلاني (پير دستگير) جي اولاد مان آهن. هتي شهاب الدين قادري هاڪارو پير ٿي گذريو آهي ۽ هر سال جون مهني جي آخر ڌاري هن جي درگاهه تي وڏو ميلو لڳندو آهي، جنهنکي شاهه قادريءَ جو ميلو ڪري سڏيندا آهن. انهيءَ ميلي ۾ اٽڪل ڏهه هزار آدم اچي ڪٺو ٿيندو آهي ۽ سرڪاري تخميني روءِ اٽڪل ويهن هزارن جو واپار هلندو آهي. اُتي جا سودا به ٿيندا آهن.

بدين تعلقي ۾ لواريءَ وارا پير به هاڪارا آهن، جي ڳوٺ لواريءَ ۾ جو پيرن جو ڪچو قلعو ڦهيل آهي، تنهنجراند رهندا هئا. اهي پير اڳي قلعي کان ٻاهر پير ڪين ڪڍندا هئا. حيدرآباد جي ڪليڪٽر کي ڪو ڪم منجهن پوندو هو ته سندن عزت رکي ٻاهوٽ ڪين گهرائيندو هو، پر پاڻ کهي وٽن ويندو هو. اڄ اُنهن پيرن جو اولاد اهو ڳوٺ اصل لاءِ ڇڏڻ وارو آهي.

بدين جي بندر ڪيٽي جو ڳوٺ آهي ۽ اُتان اڳيرو هلي ٻراڻ جو بندر لنگهبو ته ڏيپلي تعلقي جي ڳوٺ رحمڪي بازار وٽ پهچبو. ٻراڻ جي بندرن ۾ پورعلي بندر آهي ۽ اُتي ڏيڍ سو ته گوني (ڦليائي) جو ٻيڙي ڪيٽن ته بهت سائي رڻ ڏي ريلا ڪري وڃي هلي ٿو.

بدين ۽ اُنجي آسپاس تلهار پاسي حيدرآباد جي ڪن عاملن جون زمينون آهن، جنهنڪري هو گهڻو اوڏانهين گذارين ٿا ۽ اِنهيءَ سبب هو "بديڻائي" سڏبا آهن، نه ته اصل حيدرآبادي عامل آهن.

حيدرآباد ضلعي جي ذڪر بند ڪرڻ کان اڳ، ايترو ڄاڻائڻ ضرور آهي ته مٽياريءَ ۽ هالن طرف وڃڻ لاءِ حيدرآباد جي ڪاري ڦردي ۽ مياڻيءَ وٽان واٽ آهي ۽ اوڏانهين ريل جي رستي روهڙي لائين تان وڃبو آهي. ٽنڊي جام ۽ ٽنڊي الهيار ڏي وڃڻ لاءِ ڦليليءَ جي اڀري موڙ کان وڃبو آهي ۽ اُنهيءَ طرف راجاواري گاڏي هلي ٿي. ٽنڊي محمد خان ۽ بدين طرف وڃڻ لاءِ حيدرآباد کان ڪالي ۽ گنجي ٽڪر وارو رستو آهي ۽ اِنهيءَ پاسي بدين لائين تان وڃبو آهي.



# پلنا ھو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| 10 | 7 | اُمي | آمي |
| " | 7 | ڪي | ڪي |
| 30 | 2 | ڪلوريون | ڪلوڙيون |
| 42 | 6 | آءٌ | آءُ |
| 51 | 8 | گهوڙيڀاڙي | گهوڙيڀاري |
| 58 | 13 | جوکؤ | جوکو |
| 74 | 6 | ٿي | ٿي |
| 81 | 14 | پر | ھڙ |
| 89 | 17 | پاسي | ڀاسي |
| 95 | 13 | ڏي | ٿهيءِ |
| 97 | 13 | سڏيو | سڏيو |
| 105 | 21 | وھر | گوھر |
| 108 | 8 | آن | اُڄ |
| " | 15، 20 | ڪپر | ڪپڙ |
| 110 | 11 | ڊر | ڊر |
| 125 | 5 | اٿس | اٿن |
| 126 | 17 | ويجهرائي | ويجهڙائي |
| 133 | 19 | ڪٿر | ڪٿڙ |
| 136 | 5، 7، 15 | موڙي | موري |
| 137 | 6 | " | " |
| 150 | 1 | پيرمرد | پيرمرد |

**سنڌ جو سيلاني** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب جو ٻھريون ڀاڱو آهي، جنهن



۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ مڪانن جو احوال بيان ڪيل آهي. ڪتاب جو مصنف سنڌي ادب جو ناميارو محقق ڀيرومل مھرچند آڏواڻي آهي. ڪتاب ۾ مهاڳ جيٺمل پرسرام جو لکيل آهي. ڪتاب جو ٻھريون ڇاپو 1923ع ۾ ڀارتواسي پريس حيدرآباد سنڌ مان جيٺمل پرسرام گلراجاڻي ڇپائي پڌرو ڪيو. هي ڪتاب ڪرائون سائيز ۾ 174 صفحن تي مشتمل آهي.




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع

صاحب ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

